زال- گهڻا ڏينهن مون کان لڪائيندين؟ مان ڪا ٻار آهيان ڇا؟

مرد- ٻر لارمل کان ٻ ٽي پائنٽون مس مٿي هوندو، تنهنجي ڪا ٻرواهه ڪانهي.

زال- مونکي ٻريائين ڇو پيو؟ مونکي سڌ آهي ته صبح جوٽي تپ لارمل کان ڪجهه مٿي هوندو آهي ته ڏينهن چڙهئي ڪيترو وڌي ويندو آهي. تنهن کان سواءِ هيءَ کنگهه جا ٻهي ويئي اٿم.

مرد- ٻر مان خاطري تو ڏيان ته توکي ڪو خطرو ڪونهي. مون ڪيترن ڊاڪٽرن کان پڇيو آهي: فقط ضعف چڙهي ويو اٿيئي.

زال- ٻر مان ٻ ٻڙهيل ڳڙهيل آهيان، مان سڀ ڪجهه سمجهان ته هي ڦڦڙن جي سلهه جون اوائلي نشانيون آهن، جنهن کي ڊاڪٽر ٿائيسس چوندا آهن. اڃا وڌيڪ ٻڌايانءَ ڇا؟

مرد- تڏهن ته توکي اها ٻ سڌ هوندي ته ائيسس ۾ ڪو ٻولو ڪونهي، بشرطيڪ اُنجي ڪچيءَ ۾ ئي پاڙ پٽي ڪڍجي.

زال- ته ٻوءِ ڇو نٿو مونکي ڳالهه کولي ٻڌائين ۽ هن لڪائي ٻدران ڇو نٿو مولکي ٻ چتاءُ ڪرين ته ٻئي گڏجي انهيءَ مرض کي منهن ڏيون؟

مرد- پياري مون برابر چوڪ ڪئي. مونکي ٻپ تيو تہ توکي ٻڌي مٺان دڪو پهچي ويجي، ٻر مونکي سڌ ڪانہ هئي تہ تون اهڙي بهادر آهين. چڱو هاڻي اچ تہ کلي ڳالهه ڪريون. توکي سڌ آهي تہ شروعات ۾ اهو مرض سولائيءَ سان روڪي سگهجي ٿو. صاف هوا، سٺي خوراڪ ۽ ٻوري ورزش سان سؤ مان نوانوي ڪيس ڇٽي ٻوندا آهن.

زال- مونکي سڌ آهي؛ ٻر سڀ کان مکيه ڳالهه آهي صاف سؤکم ۽ اوچاهينءَ جي هوا.

مرد- الهيءَ ڳالهه لي اطمينان آئين ٿي. ڊاڪٽر مولکي
خاص صلاح ڏني آهي ته يڪدم ٽڪرن لي ولي وڃيس، ۽ مون
اڳواٽ ئي ڪيترن ڀاڙن لي هڪ هوادار جڳهه لاءِ تارون ڪري
ڇڏيون آهن.

زال- ۽ مولکي سڀ ڳالهه کان غيرواقف رکيو اٿئي!
جيتوڻيڪ منهنجي ڀلي لاءِ اٿين ڪيءَ، ته به ڪيڙي نه غيرواجب
ڳالهه آهي! غير لهيو، پر مولکي ڪهڙي مشڪلات لي لسڻ
پر اچي: وبچاريءَ امان کي ڪيئن اڪيلو ڇڏي هلنداسون؟

مرد- امان وٽي پيڙاوت ٽڪندي. وقت پئي اتا لڪليف
ضرور ولندي. اسان ٻنهي کي ڪترو نه پالهندي آهي!

زال- ها، توکي نه گهڻولي پالسندي آهي، پر مولکي پالسندي
آهي يا نه سا مولکي پڪ ڪانهي.

مرد- جري آهين ڇا؟ ٻڌايو ڪين ماءُ نه اسان جي شاديءَ
کان اڳ ڪيئن نه پئي لولاءِ سڪندي هئي.

زال- پٽ جي ڪنوار لاءِ برابر سڪندي هئي پر لنهن لاءِ
ڪانه سڪندي هئي.

مرد- لنهن پر لشاوت ڪهڙو؟ توکي نه سڌ آهي ته بي-اي
پاس ڪرڻ کان پوءِ مان بيءَ جي ماليءَ جي آذار لي شادي ڪرڻ
جي برخلاف هوس جيستن پنهنجي پگهر جي پورهئي مان نه ڪمايان،
پر امان اچي ضد ٻڌو ته مرڻ کان اڳ پٽ جي ڪنوار ڏسي وڃان،
جا اچي منهنجو گهر سينگاري. لاچار مولکي مڃڻو پيو. لڪي
کي ان ڪري پڇايو اٿم (ڳراهڻيءَ پائيس تو).

زال- نه مان ته اٿين ئي جوان نه هن-کي مان ڪانه ڪهندي
هس پر پٽ جي جوءِ، جنهن سان به چار هٿا لاڏ ڪوڏ ڪري
ن ڪٽي لي پئي.

مرد- تون اڄ جوين ڇا پئي؟ تون سمجهين ئي ڪا اڄا.

سال مس شاديءَ ڪئي ٿيو، اٽئون تہ امان جو توکان پيار لهي ويو آهي؟

زال- مان اڪيون ٻوري ڪانہ ويٺي آهيان. جي تو نہ جاچيو آهي، تہ مان جاچيندي اچان تہ هن جو مونسان ڪيترو پيار آهي؛ ۽ تون جو مونکي پيار ڪرين ٿو ۽ جو وقت مونسان گذارين ٿو سو هوءَ ڪيتري قدر سهي سگهيتي.

مرد- ڇا! تون سمجهين ٿي تہ هنجي توسان ايرکا آهي؟ اها تہ چريائي آهي.

زال- ڇو چريائي آهي؟ تون سمجهين ٿو تہ ماءُ جو پيار اهڙو بي غرض آهي جو ايرکا کان آجو آهي. تون سمجهين ٿو تہ ماءُ انسان نہ آهي پر ڪو فرشتو آهي؟

مرد- سچ پچ مونکي اهڙو خيال اڳي آيو ئي ڪونهي. پر ڪيئن بہ هجي هن حالت ۾ هوءَ اوس سمجهندي تہ تنهنجو هوا بدلائڻ لاءِ وڃڻ بلڪل ضروري آهي ۽ خوشيءَ سان اسان کي موڪل ڏيندي.

زال- تون روز سالجهن جو ڪيس اڪيلو ڇڏي مونکي گهمائڻ تو هلين، تنهن بابت رات جيڪو جهيڙو مچايائين، سو وسري ويو اٿيئي ڇا؟ منهنجي تہ مرضي آهي تہ ٻہ چار ڏينهن رکي ٻوءِ اها ڳالهہ ڇوريئس.

مرد- پر توکي تہ خبر آهي تہ دير پوڻ مان خطرو آهي. مان اڄ ئي تو ڳالهہ ڪيانس، بلڪ هينئر ئي تو ڪونيانس.

زال- جيئن وڻيئي تيئن ڪر. پر مان چتاءُ ٿي ڪريانءِ تہ گهر ۾ ڇوڪرو ٿو وڃهين، جو مان سهي ڪانہ سگهنديس.

مرد- ڪجهہ بہ ٿي پوي مان ڪنهنجي بہ غير واجبي هلت ڪري هيسجي ڪونہ ويندس ...... تون وڃي صفحي ۾ ليٽي پؤ.
(ڪيس ٻانهن کان وٺي هڪ پاسي اماڻي ٿو، ۽ پڇي پاسي

واري دروازي ڏانهن وڃي کولبيو: امان! امان!! هيڏانهن نه اچجانءِ).

ماءُ- (اندران) پٽ ڇا آهي؟ (اچيئي) سڀ سک آهي نه؟

مرد- امان مونکي نوسان کا خاص ڳالهه ڪرڻي آهي. ويهه (هڪ ڪرسيءَ تي ويهي) نوڪي نه ٺهر آهي نه منهنجي زال مهني ٺن کان خوش ڪانه ٿي گذاري.

ماءُ- هائو ٺوري ڪنگهه جي ٺواڪار ٿي پئي اٿس. سا نه ماڻهن کي لڳي پيئي.

مرد- نه امان انهيءَ کان وڏي تڪليف اٿس. ڊاڪٽر صاف ظاهر ڪري ويو آهي نه ڦڦڙن جي بيماري اٿس.

ماءُ- اهي ڊاڪٽر وري ڪيڏا آهن! رڳو ماڻهن کي ڊيڄاري پيسا ڦري ڄاڻن ۽ مٿان انهن جي ڳالهه تي ويسهه ڪو اٿئي.

مرد- توکي ڪيڏي ٺهر ڊاڪٽرن ۽ بيمارين جي؟ هنکي ضرور هوا بدلائڻ لاءِ ٽڪرن تي وٺي وڃڻ کپي.

ماءُ- ڏري تي بيماري ٿئيس نه نون وڏابو وڃ ڪوچڻين. ڏوءِ رڳو اورو ڳالهه ٿئي لٿهن ڪري ضعيف ٿي ويئي آهي. سارو ڏينهن پيئي وڃي پيرڻ ۽ نوسان گهمڻ ڦرڻ جا خيال ڪندي نه تادي تي ڪيڏو ڏيان ڏيندي؟

مرد- اهي ٻارڙن ڳالهيون ٺٿيون ڪر. مون هنکي ٻاهر وٺي وڃڻ جو بندوبست ڪري ڇڏيو آهي. هيءَ مدد وڃي ڪجهه پياڙ تي رهاڻندو سانس.

ماءُ- پر مونکي ڪيڏانهن ڪندين؟ هتي اڪيلو ڇڏي ويندين ڇا؟

نو پريءَ زال کي ڪيڏنهن اڏيءَ لمبيءَ مسافريءَ تي ؟ نون وڃي پنهنجي پٽ جي گهر رهڻ ٿيو ڇا؟

... پنهنجو گهر ڇڏي وڃي پيٽ تي ٺاو پري ٿي ٻوان.

مرد- ڪنهن ڊاڪٽر وٽ تي وڃي رهين ڇا؟ سڀئي پيس
اتيئي، انهيءَ ۾ ڪهڙي گهٽتائي آهي.

ماءُ- گهٽتائي مون لاءِ آهي، توکي ڇا آهي؟ تون ته
سمجهين ٿو ته ڪنوار سخت بيمار اٿم، سو ٻار پلي پيا ٻهاڙ گهمندا
۽ ماءُ کي ٻنيان ڦتو ڪري ويندا ته پل پيٽي ٻراون ڏرن تي
ڌڪا کائي.

مرد- امان تون ته تمام غير واجبي ۽ خود غرضيءَ جو رخ ٿي
وٺين. ٻڌاياڻ وينو ته تنهنجي ڌيءَ سمان انهن کي سخت بيماري
آهي، تڏهين به تون ٻار تي ڪجهه مشڪلات ڪٽڻ نٿي چاهين؟

ماءُ- ڇا جي سخت بيماري! ڇڻ ته مان الذي آهيان جو
اهي انڪلون ڏسي نٿي سگهان. مان توکي ڪلي تي ٻڌاياڻ ته
هن جيئن گهر ۾ پير پاتو آهي، تيئن اُنهن تالن تيتالن سان پيٽي
توکي ماءُ کان ڌار ڪري. اها بيماريءَ جي وري لٿين انڪل
ڪيڏي اٿس، ته نجو مڙس ماڻم.

مرد- امان اها ته اجائي تي ڳالهه ڪرين. اهو ته هنتي
ڪوڙو نڪر تي پيين. تون ٻار چوندي هئينءَ ته هوءَ تنهنجو
ڪيترو ويچار ڪندي آهي، ڪيترو تنهنجي چٽي ۾ رهندي آهي.

ماءُ- اهو رڳو توکي خوش ڪرڻ لاءِ ٻاهريون ڏيکاءُ. پر
هاڻي سڌ پيٽي اٿم ته هيءَ اصل کان سٿون سٽيندي اچي ته
ڪيئن مڙس کي ڏوريءَ ۾ ٻڌي ڇڏيان.

مرد- ائين ته ائين ئي سهي. انهيءَ ۾ ڪهڙو گناهه ڪيائين؟
لنڊڙي ڇوڪريءَ کي ٻالڪپڻ واري گهر ۽ پيءُ ماءُ مائٽن کان
هڪڙيئي ڏڪ سان ڌار ڪري هڪ ٻنهه ڌارئي ۾ ڌارين جي وچ
۾ اچي ٿو اُڇلجي. اهڙيءَ حالتم مڙسئي هنجي اُميد ۽ آڌار آهي.
اُن ۾ ئي هنجو سمورو پيار وڃي ڪپندو. پوءِ ڪهڙو گناهه ڪيائين
جي مڙس کي پنهنجو ڪرڻ چاهيائين؟

ماءُ- ڏٺم! مون اڳيئي سمجهيو ته توکي موهي پنهنجي

جار ۽ ڦاسائي ڇڏيو اٿس...... ڏٺو، جنهن لاءِ تون سنڌس لاءِ سڀ ڪجهه آهين، تنهن هوءَ به تولاءِ سڀ ڪجهه هوندي.

مرد- ضرور. زال مرد دنيا ۾ هڪ ٻئي جا حصه ۽ ساٿي آهن، سي ضرور هڪ ٻئي لاءِ سڀ ڪجهه ٿيندا.

ماءُ- يعني ته ٻارڙا ڪان پوءِ مٽن، ماٽن، پيءُ ماءُ سيئي سان لڳ لاڳاپا ٽوڙي ڇڏن؟

مرد- بلڪل نه. مون سمجهيو ته تون ڪتان تي اچين پر تون ڀل ٿي ڪرين. پيار اهڙي چيز آهي جو وڌندي وڌندي سگهجي ٿي جو نه هوءَ گهڻين صورتن ۾ ظاهر ٿيندي. ساڳي وقت ساڳيو ماڻهو جدا جدا نمونن ۾ پيار ڪري سگهندو. مون جڏهين زال کي پيار ڪرڻ شروع ڪيو تنهنجي معنيٰ اها نه آهي ته ماءُ تان پيار لهي ويو.

ماءُ- پر ڳالهه آهي ته وڏيڪ ڪنهن کي پيار ڪرڻ گهرجي. ماءُ جنهن جنم ڏنو ۽ پالي وڏو ڪيو تنهنجو ئي حق ته وڏيڪ حق آهي.

مرد- پر ماءُ جو پيار ۽ زال جو پيار هڪ ٻئي کان اهڙا نرالا آهن جو ڀيٽ ڪري نٿي سگهجي... پر هر ويرو ڀيٽ ٿي ڪرائين ته مان اوس چوندس ته ماءُ پٽ جي ناتي کان زال مڙس جو ناتو وڌيڪ گهرو ۽ حياندار آهي. جو نه زال مڙس جسم توڙي جان ۾ هڪ ٻئي جا آهن ۽ جيون جي مسافريءَ ۾ هڪ ٻئي جا ساٿي آهن.

ماءُ- هان! تون اهڙو سخت دل ٿيو آهين جو منهنجي منهن ۾ اهڙا اکر اچاري ڪڍين. اڃا ڪهڙو نه منهنجي پنيان اکين ڇڪن هوندو هئين! ۽ هاڻي منهنجيءَ پيريءَ وڏوا ماءُ کي ليکين به ڪون. تو ۽ مرگو ستائين پيو. اهي اُنهيءَ ڏائڻ جا ڪم آهن، جنهن جادو ... ٿيئي (روئڻ لڳندي).

مرد- هاڻي صبر ڪر، روئڻ بند ڪر. تون آهين جنهن

اسالکي هي مهنا پٽي سنايو آهي، پر وڏيڪ سنائڻ مان ڪو نه ڏيندو سانءِ. توکي اجائي ابرڪا وڌڻي ويٺي آهي، تڏهين مون کي زور ڪري پرڻائڻ چوٽي؟ مان نه شاديءَ جي برخلاف هوس. ياد اٿيئي نه جنهن رات بيمار اچي بيٺي هئينءَ ۽ مون کي چيئه نه اها منهنجي پڇاڙيءَ جي مراد پوري ڪر ۽ مان بـ لاچار توکي ناهين ڪري ڪين سگهيس؟

ماءُ- مون سمجهو نه مران ٿي تڏهين چيم نه پٽ کي شادي ڪرائي ناڻيڪو ڪري وڃان نه مون کي ڪو آتت اچي. مون سمجهيو نه منهنجي پٽ جي ڪنوار پڇاڙيءَ جي ڏينهن ۾ اچي سس جي شيوا ڪندي ڪين مرڳوئي اچي پٽ مون کان کسيندي ۽ مون سان جنيون ڪرائيندي!

مرد- توکي پڪو لڳو نه پٽ پرڻايان، نه اُنجو اُجورو نـ ڏيندينءَ؟ مونتي زور رکي زال گهر ۾ آڻائڻ پوءِ بـ سمجهيئه نه مان سمورو پيار توکي ڏيندس! بنهه غير واجبي گُهرَ چئبي.

ماءُ- (خارن ۾) ۾ اهو نهيٺو جڙي ٿو، جو ڏينهن رات منجهس موڙهو پيو آهين؟ صبح جو وڃو شابون پڪڙ سالجهي جو سينما تي يا موٽر ۾. رلڻ. پنيان پوڙهي ماءُ پيٽي اڪيلي گهر جي پورهئي ۾ گهي.

مرد- پوءِ اهڙو چوچ مان پٽ پرنايئه چو جو هاڻي ڪيس زال سان جيوت جي خوشي ماڻيندو ڏسي سهي لئي سگهين؟ مان چوان ٿو نه تون بيهودي چڪ تاڻ تي ڪرين. توکي ايرڪا جي آگ وڌڻي ويٺي آهي. تنهنجي خود غرضي انسانيت کان ٻاهر لنگهي ويٺي آهي. تون پائين نه نئهن جي حياتي پلي چٽ تي وڃي؛ باقي پٽ تنهنجو پاسو ڇڏي نه هليو وڃي. پر هاڻ اهو بلڪل ڪين سهندس. اسين هينئر تا ٽپڙ بڌڻ شروع ڪريون ۽ تار جو جواب اچڻ شرط بيءَ گاڏيءَ ۾ چڙهي پونداسين. (ڏوڪيندو اندر وڃيٿو- ماڻس ٽپرس ۾ رهجي وڃيٿي.)

## چڪر ڀيــون

ٻ سال گذري ويا آهن سالجهن جو وقت آهي. سانجهي ڪمري ۾ هڪ ٻارائو ٻسکهو ٻسو آهي ۽ ٻارانا ڪپڙا ۽ راندڪا ٻکڙيا ٻيا آهن. زال هاڻي تازي توانی ۽ تندرست ٻيٺي لڳي ۽ سڄ واريءَ مشن لي هڪ ٻارائو هول وٺيَ ٻيٺي. هڪ لوليءَ جي لڪ ٻيٺي اُچاري. مڙس ٻيهنجي ڏاڍي ٽان موٽي ٿو، ڪيس ٻيار مان ٿيري ٿو ۽ ٽوپي ڪوٽ لاهيندي چوي ٿو:-

مرد- اڄا ٻيٺي ڪر ڪرين! شمشه در ڪرين. مان ڪم تان موٽان ٿهن کان اڳيٺي چولا سيري ويهن؟ هاڻي ڪلاڪ وليدڻ ڪپڙا ٻائڻ ۾ ٿهن کانپوءِ مس گهمڻ هلي سگهو.

زال- مان اُج گهمڻ ڪا ڏ لي هلان. ڪڪي کي ٽوري ٿڏ لي ٻيٺي آهي، سو چمر ڏ ويهي هڪڙو هول سمي ڪڏهن ڏ رات هو متو گرم وهيس.

مرد- ٻر اُج رات هو ڪري ڪيهن گرم ڪپڙي جي ٻورڪي ٻڌجانس. اهيءَ ڪري عروبرو سالجهي جو وجايون؟... ٻر ڪڪو آهي ڪٿي؟

زال- آندر ڏاڏيءَ وٽ آهي. ڏاڍو لي ٻاتيبس ۽ ٻاڻ ڏ هن ٻليان چريو آهي.

مرد- چڱو هاڻي وڏيڪ وقت ڏ وڃاء تورو وقت ڳاڙيءَ ۾ تهمي ٻوءَ هلنداسون هن ڏيسي ٻڪيرلي، جا چهومانءَ ڏ ضرور ڏنڪاربيدو سانءَ.

زال- ٻر ڪڪي کي ڪارانئو ليندو، ڏ ڏ جيڪر سويل لي سنهاري چڏ ٻانس.

مرد- آبا تڏهن چا لاءِ رکي اُليٺي؟ ٿهن کالسواءِ اَمان ويني ... ڏ ڏاڍو لي ٻاتيبس. هاڻي شاباس، لهه ٻهه ڪري وٺ. ... عروبرو زور جو ڪلي ٻڌو اُليٺي؟ هڪڙو ڏيهن گهمڻ ... نوندو؟

مرد- رڳي هڪ ڏيهن جي ڳالهه ڪانهي، ويڇڙائيءَ ۾ هڪ
نه ٻئي ٻهالي گهٽيون سالڃهيون گسايون آئيئي. توکي خبر آهي ته
چنڊ ڪاپوءَ ۾ ڪليل هوا تنهنجي لاءِ ڪهڙي نه ضروري آهي؟ بيماريءَ
جي اٿلڻ جو خوف هميشه رهي ٿو.

زال- هاڻي ڪڏهن ڪري ڪا سالڃهي ۾ گسايم ته بيماري
اٿلي ڪا نه پولدي. گهر جي ڪم ڪاج ۾ آهڙو ته غلطان ٿي وڃجي
جو گهمڻ ڦرڻ جي چاهنا ئي ڪانه......

مرد- ها، چاهنا! اها ڳالهه ڪر نه! اڄ ڪلهه جيڪي مان
چاهيان اوڏانهن تنهنجي چاهنا ٿئي ئي نٿي. تنهنجي چاهنا خود
مونڏانهن ڪانه ٿي ٿئي.

زال- تون چوين ٿا پيو! مان ته توکي جيترو اڳي پائيندي هيس
اوترو ني هاڻي ۾ پالبان ٿي. ٻر ٻئي ۾ سدائين ڪونه ڪو ڪم ڪار
پيو نڪري، جنهنڪري اهڙو تڪجي بيزار ٿو تجي......

مرد- اهائي ته ڳالهه آهي جو وقت پٺي تنهنجو پيار به تڪجي
بيزار ٿيو پوي. ڏيهن جو اهڙي رڌل هجين جو چار منا اڪر به
مونسان ڪونه ڳالهائين. رات جو اهڙي تڪل هجين جو لنڊ ۾ پيئي
اجهڙين ٿڏهين چٿبو ته حياتيءَ جو رنگ ۽ چمڪو لهي ويو آهي،
۽ روزمره جي اُپوڳائي ۽ بي جسائي رهجي ويئي آهي.

زال- چوتو هرويرو دل ڪوڙي ڪرين؟ گهر ۾ جيڪا گهل
گيندار تي ٿئي سا تون سمجهي نٿو سگهين. خاص ڪري ڪڪي
جائي ڪاپوءِ......

مرد- ليڪ سچي ڳالهه سلي اٿيئي! ڪڪي جائي کان پوءِ
مان ۽ چاهيندو اچان ته ڪيئن ڪڪو توکي آهستي آهستي مونکان
ڏار ڪندو وڃي، تنهنجو پيار مونکان کسيندو وڃي. هاڻي تنهنجو
پيار مون ۾ سمايل ڪولهي ۾ ورهائجي ويو آهي. روز بروز تون
ڪڪي کي وڏيڪ پيار ڏيندي وڃين ٿان جو ليڪ مون لاءِ ذرو
به نه بچندو جنهن تي تڳان.

زال- ٻارا لوڪ ڇا اچي ٿيو آهي! اڄڪلهه ڇيو ٻالڪي لٻائين. مان ڀڪ ٿي ڏيانءِ ته اهي آهيئي ڪين. البت اوائل وارو اُتساهه ۽ جوش ٻار مان لڪري ويو آهي ۽ پر اهو ته سياڻپ آهي. انجي بدران اسانجو ٻار ٻالڪ گنڀير ۽ اولهو ٿيو آهي.

مرد- اهي فقط بحث مباحثي جا دليل آهن. حقيقت ۾ پيار ڪو آهي اُتساهه وڃان ۽ جي ته ته نهه ته...... ڪنهن ٿي ڄالو ته منهنجو ٻالڪ منهنجو ويري ٿي پوندو ۽ تنهنجو پيار مون کان کسي ونندو! تنهنجي ساري دنيا انهيءَ ٻار ۾ سمايل آهي. سمورو وقت پيئي کيڏائينس ۽ کڏائينس ۽ ٿئي ڪنهن جي لوڪ ٽانگهه تي ڪاٺهي.

زال- اها ته اجائي ڳالهه ٿو ڪرين. پنهنجي ٻار پنهنجي جان جي فڪر لاءِ لوڪ حسد ٿو ٿئي.

مرد- اهائي ته دردناڪ ڳالهه آهي. (ٻاهر ڏ) منهنجو ٻار جو، سمجهه ته اسان ٻن جي وچ مطلب جو ڪڙو ٿي پوندو، سو مورڳو هڪ ٻاڙي آڏ ٿي بيٺو آهي، ۽ اسانکي هڪ ٻئي کان ڇني ڌار ڪري رهيو آهي.

زال- ماڙ، هيءَ ته حد ٿو ڪرين! ويچاري ٻار ڪهڙو گناهه ڪيو جو لوڪ اُن لاءِ ايڪا ٿي ٿئي؟ ائين ته پنهنجي دل ئي اُنهيءَ اُنهه لاءِ ڪت چڙهندي ويندي.

مرد- منهنجو وس ڪونهي. مان قبول ٿو ڪريان ته پنهنجي ٻار سان منهنجو ايترو پيار ڪونهي جيترو هئڻ کپي. پر مان ٻار کي ڏوهه ڪونه ٿو ڏيان. مان لوڪ ٿو ڏوهه ڏيان جا منجهس ئي غلطان ٿي پيئي آهين ۽ مونکي پنهه رڻئي ڇڏيو اٿيئي.

زال- تون سمجهين ٿو ته اسين ڪي اڃا تازا پرڻيل نوجوان آهيون ڇا جي سڄو وقت پيا هڪ ٻئي کي چنبڙيا هونداسون؟ تو ڀروڀرو وڃان ڳالهه کي وڏائي ڪٺي ورتو ڪو آهي. اها ته ڇريائي ڇئي.

مرد- (ڪاوڙجي) ڇريائي! تنهنجي اُڪاسي ۽ لئه دل لاءِ اها

چريائي هوندي پر مون لاءِ اها ساڳيا ۽ سنوائي آهي. تون جي منهنجي دک تي ننولي تي ڪرين ته مان به پنهنجو پيار مٿائي ڏڪار ڪري ڇڏيندس. اسين هڪ ٻئي کان ٻه گهڙو لڙهي پري تي ويا آهيون ۽ مان هن گهر ۾ وڏيڪ گهاري نٿو سگهان. اُسان کي ڇنڃاڻ ته منهنجي ماني نه ڪري ۽ نڪي منهنجو اوسيرو ڪري.
(ڪوٽ ٽوپي پائڻ شروع ڪري ٿو.)

زال- هاڻي نهيوءِ توکي ڪاوڙائڻ جو منهنجو مطلب ڪونه هو...... اڇا هٿ منهن ته ڪونه ڌوتو اٿيئي. گرم چانهه تاهي آڻي ڏيانءِ ته فرحت ۾ اچين.

مرد- نه مهرباني، پڇاڙيءَ ۾ مڙس جي بزگهور لهڻ شروع ڪئي اٿيئي، تنهن مان ڪي ڪين ورندو. مونکي هٿ منهن ڌوئڻ جو ضرور ڪونهي ۽ مان چانهه وڃي ٿو ڪنهن هوٽل ۾ پيان. مان اڪيلوئي ٿو هليو وڃان گاڏيءَ ۾ گهمڻ ۽ ڪنهن جهنم جي هوا کائڻ.
(جوش ۾ هليو وڃڻ تي آهي، ته ماءُ اندران اچي اڳيان تي بيهي ۽ چويس:)

ماءُ- پٽ شانتي! مون ڪڪي کي ويٺي ننڍ ڪرائي ته اندران اوهانجو جوشيلو آواز ٻڌي ورتم. هاڻي ويهه ۽ مون کي توسان ڪي ڳالهيون ڪرڻيون آهن.

مرد- ڳالهيون وري ڪهڙيون ڪنديءَ؟ ۽ اُنهن مان ڪڙ تيل ڪهڙو نڪرندو؟ اڳيئي دير تي ويئي آهي، مونکي گهمڻ وڃائڻو ڪونهي.

ماءُ- (حشمت سان) هاڻي هتي تي ويهه ته انهيءَ ۾ تنهنجو ڀاو آهي. (هو مجي ٿو ۽ سيء وهن ٿا) توکي سڌ آهي ته دنيا ۾ هرڪنهن خوشيءَ جو ڏنڊ ڏيڻو ٿو پوي؟ توکي پٽ ڄمڻ جي خوشي تي ته اُن جو ڏنڊ ضرور ڀرڻو پوندو.

مرد- مان سمجهان ٿو ته تون ڪٿان تي اچين. مون اڳي چيو هو ماءِ ته تنهن آڻڻ جي اِيمان جو ڏنڊ ڀرڻو پولدءِ سو مهڻو موٽائي

تي منهن ۾ ڏيو. ۽ تنهنجي ۽ منهنجي حالت ۾ زمين آسمان جو فير آهي. تون پنهنجو خود مطلب هٿ ڪر، پر مان نه پنهنجو حق ڇڏيندي.

ماءُ- نه نه پٽ ساڳيو حڪم ٿيو آهي، ساڳي حالت آهي. اڳيئي هڪڙين اندران ڳوهانجو ٻئي وڃي پر تنهن اها مشابهت دل سان لڳي آهي ۽ منهنجي دل کي آهرين آئت اچي وڃي. هاڻي ٻئي زمان اهو آئت لوڪي نه ڏيڻ تي چاهيان ته ٻوڪي مون جيترو دک نه سهڻو پوي.

مرد- پر مون دل جي آئت جي اُميد لاهي ڇڏي آهي. شايد جڏهن پيري اچي ويندي ۽ دل ٺري ويندي تڏهن از خود آئت اچي وڃي، تنهن کان اڳ چاڙهو ڪونهي.

ماءُ- من کي ٿوري لاءِ ڏيهي مونکي صبر سان ٻڌ. پوءِ پاڻهي پرسن ماءُ کي سدائين پيو دعا ڪندين.

مرد- پر توهان ڪيئن هن مولڇهاري مان مونکي ٻاهر ڪڍي سگهندين؟ جنهنجو مرڪ آهي سا سؤلد پاڻي ڪند پر ويٺي آهي ۽ هوڏ وڃان جيسين نه لٿي چوري. توهان ڇا ڪندين؟

ماءُ- انهيءَ مولڇهاري کي سمجهائڻ لڪو منهنجي وس آهي لڪو هنجي وس آهي. اهو مولڇهارو خود توهر آهي ۽ تنهنجي مئورليءَ ۾ آهي. هاڻي اچ نه مان تنهنجي من تان ٿورو جارو هٽايان پوءِ ڏس نه ڪيئن تو لاءِ دنيا جي صورت ڦري ٿي پوي.

مرد- پر منهنجي من تي جارو چڙهيل آهي تي ڪوڙ. پنهنجي زال جو پيار گهرجي، سو نه منهنجي مئورليءَ ۾ مولڇهارو ٿيو!

زال- مان پنهنجي پيار ڏيڻ ۾ انڪار ڪريان تي ڪا نه تي پر تنهن سان گڏ پنهنجي ٻار کي نه ضرور پيار ڪنديس جو اسان ٻنهي جو ٻار آهي، جنهن لاءِ لوڪي به پيار هئڻ گهرجي.

ماءُ- اهوئي ڳالهه جو مول آهي. (پٽ کي) لوڪي زال جي پيار لي بلاشڪ حق آهي، پر نه هنجي سموري خلاصي پيار لي. ون اهائي پل ڪئي هئي جو تنهنجو خلاصو پيار گهرجي ۽ هار ڪاڏيو.

ڳالهه هيءَ آهي تہ اسين ڪجهہ وقت اڳي پيار ملڻ تي اهڙو هُري
تا وڃون. ماءُ پٽ وڃن، مڙس زال وڃن. جو ساري جمار پيا اُن
لاءِ چڪ تاڻ ڪريون. پر اها اَڻ ٿيڻي آهي. هاڻي منهنجي ۽
پنهنجي خود غرضيءَ ۾ ڀيٽ سمجهي سگهين ٿو ڪين اچا نہ؟

مرد- (هٻڪي) خير، ڪجهہ ڀيٽ ڏسڻ ۾ اچي ٿي پر صاف
سمجهي نٿو سگهان تنهن ڪانسواءِ مونکي ڊپ پيئي ٿئي.

ماءُ- پٽ باقي ٿورو تحمل ڪر (آساه وجان) پريت جي
ريت نرالي آهي. خلاصيءَ مالڪيءَ لاءِ چڪ تاڻ موهہ ڪندو آهي.
پريم اهي خود غرضيءَ جا حق چڪي ئي ڪين. پريم سيکاري ٿو
تہ نہ رڳو پنهنجن پيارن کي پيار ڪريون پر اُنهن کي بہ جن کي
اسانجا پيارا پيار ٿا ڪن. پريم پنهنجي روشني چوڌاري ڦهلائيو
ڇڏي، جا روشني پري پري پکڙلدي وڃي، پنهنجو گهيرو وڌائيندي
وڃي، ۽ مڙيئي پنهنجا پيارا ڀاڪر ۾ سمائيندي وڃي. (مرد جي
من تي تاثير ٿيندو ٿو وڃي) اهو سڀاويڪ آهي تہ پٽ پنهنجو پيار
ماءُ کان ڊگهيري زال کي ٿو ڏئي تيئن زال بہ پنهنجو پيار مڙس کان
ڊگهيرو ٻار کي ٿي ڏئي. آد جڳاد کان اهو سرشٽيءَ جو نيم آهي
۽ ڪنهن کي اُن سان ناراض ٿيڻ نہ کپي ڇو تہ اُن کي ڪو بہ اَڏو
اچي نٿو سگهي. انهيءَ اُتم پکڙلدڙ پريم تي ئي ساريءَ سرشٽيءَ جو
مدار آهي ڇو تہ اُن ڪري انسان ذات وڌي ويجهي ٿي. (پڌاندڙ
پئي ڀال تي ويا آهن مرد اُمڪ مان زال جو هٿ پنهنجي هٿ
۾ وٺي چوي ٿو:)

مرد- امان تو مونکي پنهنجي پيريءَ جي سياڻپ سيکاري
آهي ۽ منهنجي دل کي درد کان بچايو آهي. ڀڳوان توکي ڀاڳ ڏيندو.

ماءُ- سچو پريم سون رپو نہ آهي جو ونڊڻ سان کسجي وڃي يا کُٽجي
وڃي. پريم سان تہ اهو ڀاڪو خاص لاڳو آهي: "ونڊ وراهہ سک پاءِ".

---

اِنسان کي الهيڪري هيناهين هلڻ گهرجي جنهن ۾ سندس ڀلو آهي. وڏيءَ علميت، وڏي عهدي ۽ گهٽي ڏن سان گڏ جي انسان ۾ هيناهين نه آئي، ته ٻوءِ اهي سڀيئي ڏيکدار شيون چرڻ نه فقط اهڙي اطلس برابر آهن، جو ڪنهن گڏهه تي پيل هجي.

نمرتا ڀاو ۾ سيڪڃهه آهي، همت جي ليت هار آهي. جو به ڪي هڪ کي ڀلو ٿو سڏائي ۽ ٻئي کي ٻرو، سو آهي حليمائيءَ جو هڻڻ يا نه هڻڻ.

ٻر جي ٻري کي ڀلي تيرڻ جي ڪنهن مهل دل ۾ تي وڃي نه هينيون، ڀلي ماڻهوءَ جو ذڪر، دل لائي پڙهي ڏسي.

هڪڙي بالا آفيسر جي من ۾ سچي دوست جو ڏيرو هو. هو هر ڪنهن کي ايشور جو آستان ڄاڻي ساڻس بلڪل سٺي هلت ڪندو هو. بيائيءَ کي ٻن هٽڻ هر ڪنهن انسان جو ساڳيو حق ڄاڻي هڙ سڀني سان ٻرابر جو رستو رکندو هو ۽ وس ٻڌندي ڪنهنکي به ڏکوئيندو نه هو. هر ڪو منجهانئس خوش هوندو هو. جيڏانهن هي انسان وڃي اوڏانهن خوشبوءِ ئي خوشبوءِ.

آفيسر جي درجي هوندي به هو ڪڏهين ڪنهنکي ڏکوئيندو ڪونه هو. اُلٽندو پنهنجن زيردستن جي ڏک ۾ ساڻن همدردي ڪندو هو. آفيس ۾ عدل انصاف ۽ پيار ڪان ڪم وٺي هن پاڻ کي سڀني جو لاڏلو ڪري ڇڏيو. اهڙو ڪو به ڇٽل ڪونه هو، جنهنتي هن يار جون مهربانيون تيل نه هجن. سڀيئي منائنس ٻلهار ٻيا ويندا هئا ۽ ڀڳوان در وينتي ٻيا ڪندا هئا ته سندن آفيسر جي آورجا وڏي ٿئي، عهدو وڏو ٿئي، هو سدائين شاد ۽ آباد هجي.

ٻر ٻندي جي من ۾ هڪڙي ته صاحب جي من ۾ ٻي. ڇو نه ڪنهن ڏينهن اوچتو خبر اچي ته سندن صاحب جي بدلي تي

## ٨. بري ۽ ڀلي جي ڀيٽ

[ڪماري ليلاوتي روچيرام]

دنيا ۾ عجيب نظارا نظر ٿا اچن پر انسان ۽ انسان جي وچ ۾ جو ايترو سارو تفاوت ٿو ڏسڻ ۾ اچي سو ته ساڌارڻ منش جون وايون به ولهريون ڪيو ڇڏي. سو ته جڏهن ٻن ڀائرن ۾ زمين ۽ آسمان جو تفاوت. پيءُ ساڳيو، ماءُ ساڳي، گهر ساڳيو، مٽ مائٽ ساڳيا، پوءِ ڀلا ايڏو تفاوت آيو ڪٿان؟ غيب ۾ ٽٻي ڏيڻ سان هڪڙوئي جواب ملي ٿو سگهي، ته اهو تفاوت سندن جدا جدا سنگت ڪري آهي.

هر انسان پنهنجي ڀلائيءَ سان پنهنجي ته سنڀال ٿو ڪري پر ٻين جي به. هر انسان ماءُ پيءُ تي بوجهه، يارن دوستن لاءِ داغ ۽ سنگت لاءِ ڪارنهن جو ٽڪر آهي. اهنڪاري، دراچاري ۽ مٿاڇاري سدائين پنهنجي فائدي جي اوٽ ٿو رکي ۽ ٻين کي پاڻ جهڙو پائڻ ٿي ٿو، پنهنجي پائيءَ جي فائدي لاءِ جي ٻين جي روپين جو زيان ٿيو ته ڇا ٿيو؟ اهڙيءَ ٻانيءَ جي اوتار کان پاسو ڪرڻ ئي ڀلو آهي.

سياڻن جو چوڻ آهي ته پاپ مڙيوئي پاپ آهي، پر ڪي پاپ ٻين کان وڌيڪ اُگرا آهن. گيان جي ٻار ۾ پهتا يعني؛ دپ جو پاپ بلڪل وڏو پاپ سمجهڻ ۾ ٿو اچي، پر پنهنجي ڳالهين ۾ ڪرتگهنتا يعني ناشڪرگذاريءَ جهڙو پاپ ڪونهي. ڪنهن ماڻهوءَ لي مهربانين جي جاب لڳل هجي، ۽ هو مهربانين موٽائڻ جي ڪوشش ڪرڻ بدران جي اُلٽو مدد ڪندڙ هٿ کي چڪ پائڻ جي ڪوشش ڪري، ته شيطانيءَ جي حد ٿي چڪي. شاسترن ۾ چيو اٿن ٿيون جڏهين خود ڌرتي ماتا ڪرتگهنتائي ليو پوي ۽ ڪرتگهن انسان اُلير جيجري ٿي پورجيو وڃي.

اِنسان کی الهيڪري هيناهين هلڻ گهرجي جنهن ۾ سندس ڀلو آهي. وڏيءَ علميت، وڏي عهدي ۽ گهڻي ڌن سان ڳالهه جي انسان ۾ هيناهين نه آئي، ته ٻوءِ اهي سيئي ڏيکدار شيون ڇڙ ته ڦٽل اهڙي اطلس برابر آهن، جن ڪنهن گڏهه تي پيل هجي.

نرتا ڀلو ۾ سيڪجهه آهي، همت جي ليڪ هار آهي. جو ڪي ڏاڪ ڪي ڀلو تو سڏائي ۽ ڀڄي ڪي ٻرو، سو آهي حليمائيءَ جو ڏنڙا يا نه ڏنڙا.

ٻري ڪي ڀلي تيڻ جي ڪنهن مهل دل ۾ تي وڃي نه هنيون، پلي ماڻهوءَ جو ذڪر، دل لائي پڙهي ڏسي.

هڪڙي ڀلا آفيسر جي من ۾ سچي دوست جو ڏيرو هو. هو هر ڪنهن کي ايشور جو آستان ڄاڻي سائنس باڪل ستي هلت ڪندو هو. بيائيءَ کي پڻ هٿيڻ هرڪنهن انسان جوساڳيو حق ڄاڻي هو سيني سان برابر جو رستو رکندو هو ۽ وس پڄندي ڪنهنکي به ڏکوئيندو نه هو. هرڪو منجهانئس خوش هوندو هو. جيڏانهن هي انسان وڃي اوڏانهن خوشبوءِ ٿي خوشبوءِ.

آفيسر جي درجي هوندي به هو ڪڏهين ڪنهنکي ڏکوئيندو ڪونه هو، اُلٽو پنهنجن زبردستن جي ڏک ۾ ساڻن همدردي ڪندو هو. آفيس ۾ عدل انصاف ۽ پيار ڪان ڪم وٺي هن ڀاڻ کي سيني جو لاڏاو ڪري ڇڏيو. اهڙو ڪو به ڇڙل ڪونه هو، جنهنجي هن يار جون مهربانيون تيل نه هجن. سيئي منائنس ٻلهار پيا ويندا هئا ۽ پڳوان در وينتي پيا ڪندا هئا ته سندن آفيسر جي آورجا وڏي ٿئي، عهدو وڏو ٿئي، هو سدائين شاد ۽ آباد هجي.

پر بندي جي من ۾ هڪڙي ته صاحب جي من ۾ پي. ڇو ته ڪنهن ڏينهن اوچتو خبر اچي ته سندن صاحب جي بدلي ٿي

آهي. هلڻ واڱر ڪمر ڍهاجي وڃي ۽ ماڻهن جون شڪليون لهي وڃن، پر اڄ ڪي ڪمر ٽارين. ڏيهن وانگر پولڙو وٺي آخر اچي ڪنڌ تي ڪڙڪيو. جنهن وقت اُڌرڏستن پنهنجي آفيسر ڪان موڪلايو، پر آفيسر جي منهن پر ساڳيائي مرڪ هئي. اوهين جو تا من لاهيو، من کي مضبوط رکو، جيڪي نه مون دنيا ۾ برابر آهي، سو اوهان کي سوکڙيءَ طور ڏيڻي آهيان.

ڏسو هي جو ماڻهو تندرستي قائم رکڻ لاءِ ڪيترو ڪاڏو ڪائيندا آهن، سنو پاڻي پيئندا آهن، سٺي هوا کڻندا آهن، مٺي ننڊ ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا آهن، ڪسرت ڪندا آهن وغيره وغيره. سو سڀ چڱو، پر ڪنهن اهو نه خيال ڪيو آهي ته تندرستيءَ لاءِ انهن کان به وڌيڪ ڪا شيءِ آهي؟ اُها آهي من جي پرسنتا. جو پنهنجو من هر حال ۾ پرسن رکي سگهي، سوئي تندرست آهي. ڇو تا ڪپ ڪپ ڪريو؟ سڀڪجهه پيا ڪريو، پر ڦل مالڪ کي ارپيو. انسن ورتڻ ڪري اوهانتي ڪرڻ يا نه ڪرڻ جو بوجو ڪونه پوندو ۽ اوهين ساديءَ دل سان آرام ڪندا رهندا. اڄ اوهانجي اکين پر آنسون آيل ڏسي مونکي خوشي نه ٿئي ٿي ۽ غم نه. خوشي انهيءَ ڪري ته اوهان مالڪ جي وڏائيءَ جو قدر ڪيو آهي جو نه جيڪي مون پر تا ڏسو سو آهي مالڪ جي مهربانيءَ ڪري. ڏک انهيءَ ڪري اٿم جو اوهان ايڏيءَ عمر پر ايترو نه گيان حاصل نه ڪيو آهي جو ڏک وقت پنهنجي من کي ڏڍ ڏيڻي سگهو.

هاڻي پرتا مالڪ کي جو سڀني جو سهارو آهي. مان نه سندس پيرن جي خاڪ آهيان، جيڪي هن ڏني ڏسيو آهي سو مون ڏني ڪيو آهي ۽ مهنجي اچا هنجي اڇا پرماڻي ٿي ٿي آهي، سڀ وڏائي هنجي آهي.

# ۹. سوامي وويڪانند

[ شري تيرٿ سياڻي ]

گذريل صديءَ جي وچ ڌاري جڏهين ڀارت ورش کي ووڃ سنتتر ڪرڻ لاءِ ڀرين پٽ (جنهنکي انگريزي ليک ۱۸۵۷ وارو ٻاور ڪري سڏيندا آهن) جو آرنب ٿيو ۽ سرڪار جي اڻ ڏني ۽ اڻ ٻڌي دٻاءَ ڪري عام جنتا هيسجي ويئي هئي، ۽ جڏهن انگريزي راڄ ڪري هندوستان جا نوجوان انگريزي تعليم ۽ انگريزي سڀيتا ڏانهن مائل ٿي مغربي رنگ ڍنگ جون پوشاڪون پهرڻ ۾ فخر ۽ ناز وٺي پنهنجي ديش جي پراچين سڀيتا ۽ اعليٰ آدرش کان منهن موڙي رهيا هئا، تڏهين هن ”پڇ ڀوميءَ“ ۾ هڪ بي مثل جوت جڳي، هڪ اَنمر هستي پيدا ٿي، هڪ مهاپرش جنم ورتو، جنهن پنهنجي ديسواسين ۾ قوميت جو جذبو ڦوڪيو، قومي سؤمان لاءِ ڪين اُلساهت ڪيو، ڪين ڀارت ورش جي اوچ سڀيتا جي يادگيري ڏياري.

ان مهاپرش جو نالو نريندرناٿ هو، پر ديسان ديس، ملڪان ملڪ سوامي وويڪانند جي نالي سان پرسڌ آهي. هنجي نالي گنهندي نه صرف هندواسي پر انگلنڊ ۽ آمريڪا جا ايڪ رهواسي به پنهنجو سيس لوائيندا آهن. سندس جنم ڪلڪتي جي شهر ۾، ۱۲ جنوري ۱۸۶۳ ۾ ٿيو. هو جمندي ئي جام هو. فرانس جي مشهور گرنٿ ڪار رومن رولينڊ پنهنجي ڪتاب ۾ لکيو آهي، ته
"Swami Vivekanand was a born king."

پرنسيپال وليم هيسٽي، جنهن وٽ هو ڪاليج ۾ پڙهندو هو، سو چوندو هو، ”آءٌ به گهڻيئي ديش گهميو آهيان، هزارن شاگردن سان لهه وچڙ ۾ آيو آهيان، پر نريندر جهڙي اعليٰ شخصيت ڪٿي ڪانه ڏٺي اٿم.“ سري رام ڪرشن، پرمهنس ديو، جنهنجو هو شش ٿيو، تنهن هڪ پيري درشيه ڏٺو، جنهن ۾ ٻاڻ ٻالڪ جي روپ ۾ ۽ نريندر رشيءَ جي روپ ۾ وينا هئا.

سوامي وويڪانند ليہ سڌ برش هو ۽ لوڪن جي ڪلياڻ ڪارڻ هيءُ جنم ورتو هئائين. سندس جنم بہ اهڙي گهر ۾ ٿيو، جتي سندس ڏاڏي درگاچرن دت، پنجويهن سالن جي عمر ۾ سنسار تياڳي سنياس اختيار ڪيو. سندس ماءُ وڏا ڌرمشت هئا. سندس ماتا کي رامائڻ ۽ مهاڀارت برزبان ياد هوندو هو. انجو اثر اهو ٿيو جو ننڍڙي سيتارام جي مٽيءَ جي مورتيءَ جي گلن سان پوڄا ڪرڻ لڳو. رامائڻ ۽ مهاڀارت گهڻي قدر ياد ٿي ويس. جتي بہ رامائڻ جو پاٺ ٿيندو هو، اُتي ضرور حاضر هوندو هو ۽ گهر ۾ وَرِي ورندو هوس. بالڪ اوستا ۾ ڌيان ۾ ويهڻ، راند ڪري سمجهندو هو. ڪڏهن تہ ڌيان ۾ اهڙو مگهن ٿي ويندو هو جو مائٽ زوريءَ در ڪولي وچي کيس اٿاريندا هئا. رات جو اکيون بند ڪندو هو تہ ڀِرڪٽين جي وچ عجيب روشني ڏسڻ ۾ ايندي هئس ۽ جنهن ۾ ڏسندو هو تہ سندس سارو سرير ان سنان ڪري رهيو آهي.

ٿورو وڏو ٿيو تہ ڏيهن جو پڙهڻ ۽ راند روند ۾ وقت گذاريندو هو تہ رامع جو وچي ڌيان ۾ وهندو هو. سنياس ڏانهن بہ ڪل لاڙو هوندو هوس، جو جڏهن بہ سندس مائٽ سادن مگهڻ جي ڳالهہ جوريندا هئا تہ ڪن [illegible] ڪري ڇڏيندو هو. ديون ديوتائن لاءِ الي نيم هوندو هوس. انهن جي ڌيان ۾ بہ ڪلاڪن جا ڪلاڪ [illegible] هو. ڪالبج ۾ جان سٽوئرٽ مل، هربرٽ سپينسر ۽ ٻين مغربي [illegible] ڪتاب پڙهڻ بعد، انهن بابت سندس دل ۾ ڪي شڪ [illegible]. شرڌا ۽ وشواس بہ [illegible] هوس، تہ بہ دلين [illegible] بابت تسلي ڪرڻ [illegible] ڦرڻ لڳس. اُن جاڻ کي [illegible] بيان ڪرڻ [illegible] لڳو.

[illegible] جي لتائي ڪيشب چندرسين ۽ مهارشي ديوندرناٿ [illegible] سندس [illegible] تہ بہ سندس دل [illegible] ڪا [illegible] ڪا نہ ملي.

هڪ ڏينهن پرنسيپال وليم هيسٽيءَ جي واتان سري رامڪرشن بابت ساراهه جا اکر سندس ڪن تي پيا. ان ڏينهن ئي سري رامڪرشن سان گڏجڻ لاءِ دڪشنيشور ڏانهن ڪُڙي ڪنيائين. اتي هن ٻه پيچرن ڳاڻايا. رامڪرشن سماڌيءَ ۾ اچي ويو. پوءِ نارين (نريندر) کي پاسي واري ڪمري ۾ وٺي ويو، جتي آنند جا لڙڪ لڙي آيس. ٿورڙها ڳالهايندي نريندر کي چيائين: "گهڻي عرصي کان تنهنجي واٽ نهاري رهيو هوس." نريندر سمجهيو ته هيءَ ڪو ديوانو آهي. ڪائنس سڌو سوال پڇيائين "توهان ايشور ڏٺو آهي؟" رامڪرشن اُمالڪ اُترڏنس: "هائو، مون ته ايشور ڏٺو آهي؛ پر توکي به ڏيکاري سگهندس. تون هن سان ائين ڳالهائي ٻولهائي سگهندين، جيئن آءٌ پيو توسان بات چيت ڪريان."

سري رامڪرشن جي اکرن ۾ اهڙي ته صداقت هئي، جو نريندر اعتبار ڪرڻ کانسواءِ رهي نه سگهيو. مهني ماس کانپوءِ نارين وري سري رامڪرشن وٽ ويو. رامڪرشن کيس پنهنجي پاسي ۾ وهاري، سندس ڇاتيءَ تي هٿ گهمايو. نريندر اُمالڪ ئي ٻاهرينءَ دنيا کان بي سرت ٿي ويو. ان واقع جو ورنن ڪندي، نريندر پاڻ لکيو آهي ته "اکيون کليل هئم. ڏٺم ته ڪمري جون ديواريون ۽ ٻيون شيون هيٺ مٿي ٿي رهيون هيون. نيٺ ڏسندي ڏسندي اکين اڳيان اهي غائب ٿي ويون. پينڪر دپ وڪوڙي ويم. موت اکين آڏو اچي بيٺم. رڙ ڪيم ته: "توهين مواسان ڪهڙي ويڌن ڪري رهيا آهيو؟ ۽ ماءُ پيءُ جيئرا اٿم." رامڪرشن وڏو ٽهڪ ڏنو. منهنجي ڇاتيءَ تي وڏو ڌڪ هڻي چيائين 'چڱو، حال بس، سڀڪجهه مهل سارو پاڻهي ٿيندو'. آءٌ وري سرتيءَ ۾ آيس."

جڏهن رامڪرشن سان وڌيڪ ڏيٺ ويٺ ٿيندي ويس، تڏهن نريندر کي وڌيڪ تصديق ٿيندي ويئي ته هو سچ پچ ايشور جو اوتار آهي ۽ ايشوري شڪتي ٿي ڪيس هلائي رهي آهي. پر سري رامڪرشن جلدئي پرلوڪ پڌارجي ويو. جنهنڪري پنهنجي گروڀائن جي سار سنڀال لهڻ جو بار نريندر تي اچي پيو. سيني گروڀائن کي گڏي رامڪرشن مٺ استاپن ڪيائين. سڀ سارا ٻه سال ڀارت ورش جي شهر شهر، ڳوٺ ڳوٺ جا چڪر لڳايائين. بد ڀڳوان واڳ ڇوٽ لڳي ويس ته ماڻهو ڪيئن غريبيءَ ۽ مفلسيءَ ۾ ٻڏجي رهيا آهن، مرض ۽ بيمارين ۾ ورتي رهيا آهن، ۽ دک ۽ بيروزگاريءَ ۾ ڦٿڪي رهيا آهن. سندس اکيون کلون. پنهنجي گروءَ جا هي لفظ ”ڌرم خالي پيٽ وارن لاءِ نه آهي،“ ياد آيس. پنهنجي گروڀائن ۽ شسن کي چيائين ته ”ساري هندوستان جو چڪر لڳايو اٿم. عام جنتا جي غريبي ۽ مفلسي، دک ۽ درد ڏسي، دل کي ڀاري چوٽ لڳي ويئي اٿم. اکين مان ڳوڙها ڳڙي ويندا اٿم. هيئنر پڪو نشچو ڪيو اٿم ته عام ماڻهن جي غريبي ۽ سندن دک سور دور ڪرڻ ڌارا کين ڌرم جو پرچار ڏيڻ بيسود آهي. غريبن جي اڌار ڪاڻ، ڌن دولت ڪٺي ڪرڻ لاءِ آمريڪا ڏانهن وڃڻ جو ويچار ڪيو اٿم. ٻڌڻ ۾ آيو آهي ته چڪاگو آمريڪا ۾ سيني ڌرمن جي هڪ پارليامينٽ ٿيڻي آهي، ان ۾ شريڪ ٿي مغرب کي ويدانت جو سنيهو پهچايان.“

سال ١٨٩٣ ۾ هو چڪاگو پهتو. معلوم ٿيس ته پارليامينٽ سيپٽمبر ۾ شروع ٿيندي. پارليامينٽ ۾ سندس شريڪ ٿيڻ جي ... شرطي آئي. جولاءِ هڪ ته ڪيس ڪنهن سنستا جي ... هئي، ٻيو ته ڪاٺ جو مٺو پورو ٿي ويو هو. واپون ... ٿيا ۽ اچي خالي پيٽ تي پيا هئس.

... ۽ هڪ آمريڪن استريءَ ساڻ واقفيت ٿيس،

جا سندس اعليٰ شخصيت ڏسي متس موهت ٿي پيئي ۽ کيس پارليامينٽ ۾ شريڪ ٿيڻ جو پربند ڪري ڏنائين.

پارليامينٽ ۾ هڪ ٿي تقرير سان سوامي ويويڪانند ورڻ وڃائي ڇڏيا. چؤگرد واه واه پئجي ويئي. اخبارون ساراه جا ڍڪ ڀرڻ لڳيون. ”نيو يارڪ هيرلڊ“ اخبار لکيو ”پارليمينٽ ۾ لاشڪ سوامي ويويڪانند اعليٰ ۾ اعليٰ شخصيت آهي.“ ڪن اخبارن ته ڪرسٽ ۽ ٻڌ سان سندس ڀيٽ ڪئي.

چار سال آمريڪا ۽ انگلنڊ جو چڪر لڳائي، پنهنجي ديس واپس وريو، جتي کيس شاندار مرحبا مليو. راجائن سندس گاڏي هڪلي. يورپ جي ملڪن کي پارت ورش جي اُتم سڀيتا ۽ ويدانت مت جو پيغام ٻڌائڻ ۾ ڪاميابي بيشڪ پراپت ٿيس. هندستان جو ناو به واه جو مٿي ڪيائين، پر پنهنجي ديس جي غريبن لاءِ مالي اِمداد پسنديءَ جيتري همت ڪري ڪين سگهيو. انڪري پنهنجي ديس کي پاڻ تي پاڙڻ جو سنيهو ڏنائين. چيائين ”هندوستان کي ڪو بيو ملڪ مدد ڪري ڪونه سگهندو. هندوستان پاڻهي پاڻکي زنده ۽ جاڳرت رکي سگهندو.“ وڌيڪ چيائين ”آءٌ سنياسين جي نئين سنستا اُستاپن ڪرڻ ٿو چاهيان، جنن اُهي سنياسي پين جي رکيا ڪرڻ لاءِ، ضرور ٿئي ته، ترت ڏانهن وڃڻ لاءِ به تيار ٿين.“

پنهنجي ششن کي چيائين ”شو ڀڳوان جي پوڄا غريبن، بيمارن ۽ نبلن ۾ ڪريو. اوهانجي مڪتيءَ جي ڪنهنکي پرواه آهي؟ آءٌ هزارن دوزخن ۾ وڃڻ قبول ڪندس، جيڪڏهن رڳو پنهنجي ديسواسين ۾ پنهنجي پيرن تي بيهڻ لاءِ شڪتي ڦوڪي سگهان ۽ منجهن ڪرم يوگ جو جذبو اُڀاري سگهان. سنسار جو دک متائڻ لاءِ هزار جنم وٺڻا پونم تہ وٺڻ لاءِ تيار آهيان. اوهين

جيڪڏهن پنهنجيءَ مڪتيءَ لاءِ يتن ڪندا ته ترڪ ۾ ويندا. ٻين جي مڪتي لاءِ ئي ڪوشش ڪريو. ٻين لاءِ ڪم ڪندي جيڪڏهن ترڪ ۾ وڃڻو پوي ته اهو پنهنجي مڪتيءَ لاءِ سرڳ پراپت ڪرڻ کان صدبار بهتر آهي. هيئريءَ تپسيا بعد، اهوئي گيان آيو اٿم ته آئم ۾ آئم سنبڌ هيءَ آهي ته ايشور سڀني ۾ وياپڪ آهي. هي سڀ ايشور جا روپ آهن. ٻئي ڪنهن ايشور جي ڳولها جو احتياج ئي ڪونهي. جو سڀنيءَ جي سيوا ڪري ٿو سوئي ايشور جي پوڄا ٿو ڪري. جيستائين منهنجي ديس ۾ هڪ به ڪاڏي ڪانسواءِ هوندو، تيستائين منهنجو ڌرم آهي انکي کارائڻ. سڀئي غريب، دکي ۽ ڏبل ئي ديوتائون آهن. غريب ۽ دکي ئي اوهانجا ايشور آهن.“ سندس سڀ ڳرڀائي ۽ شش عام جي سيوا ۾ جنمي ويا. ۽ سوامي وويڪانند گهڻو وقت زنده ڪونه رهيو. اڃان سندس عمر ٣٩ ورهيه مس ٿئي ته هو پرلوڪ پڌارجي ويو. انهن پاڻ جيڪا اڳڪتي ڪئي هو ته ’پنهنجا چاليهه سال اڪئين ڪونه ڏسندس‘ سا پوري ٿي.

غريبي ۽ مفلسي، ظلم ۽ ستم، بي علمي ۽ جهالت، حسد ۽ ايڪا کي مٽائڻ لاءِ، سوامي وويڪانند جو هڪڙوئي سنيهو هو ته اسين پاڻکي ايشور جو روپ سمجهون. محسوس ڪريون ته ساڳيءَ ايشور شڪتيءَ جي ڌارا اسان سڀني ۾ وهي رهي آهي. انهن اسين جيڪڏهن ٻين کي پنهنجا روپ سمجهنداسون ته ڪنهنکي ٻئي لاءِ حسد ڪونه ٿيندو. هو رڳو پنهنجي ڀلي لاءِ يتن نه ڪندو، ۽ پنهنجي فائدي لاءِ ٻين کي هرج وسائڻ جا گهاٽ ڪين گهڙيندو. آئين شاهوڪار ۽ غريب، راجا ۽ رعيت، زميندار ۽ هاريءَ جي وچم ڀيد دور ٿي ويندا.

# ١٠ شري رامڪرشن پرمهنس جو جنم

[ نارائڻ - ب - ٻناڻي ]

## شري رامڪرشن جي ماتا پتا جو ۽ سندس جنم ۽ ٻالڪ اوستا جو ذڪر

اٽڪل ڏيڍ سؤ ورهيه ٿيا جو بنگال جي هڪ ننڍڙي ڳوٺڙي ۾ هڪ برهمڻ رهندو هو. نالو هوس کديرام. ٻر کوڏپي ته ذري ۽ منجهس ڪا ٻي ڏسڻ ۾ آئي. بلڪل اشراف، سچو ۽ دياوان هو. ٻاڻا ۽ سندس زال، چندرمڻي، پنهنجو وقت زمين ٽڪر جي سنڀال، پنهنجي گهر ۽ ٻارن جي ڪم ڪار ۽ ڀڳوان جي ڀڳتيءَ ۾ گهاريندا هئا. دنيا جي ٻئي ڪنهن اُجائي ڪم ۾ سندن ڪوبه واسطو ڪونه هوندو هو. ليڪ ليت ۽ ڏيڍ وارا انسان هئا. پنهنجي پاڙيسرين ۽ ٻين کي جيترو ٿي سگهندو هون اوترو مدد ڪندا هئا. ڪنهن وقت، ڳوٺ جي هڪ شاهوڪار زميندار پنهنجي ڪنهن دشمن تي ڪوڙو ڪيس ڪيو. تنهن ۾ ڪوڙيءَ شاهديءَ جي ضرورت هيس جا کديرام کي چيائين ته تون ڏي. کديرام ٻارو ماڻهو ڪوڙي شاهدي ڪيئن ڏيندو؟ سو هن بلڪل انڪار ڪيو. نتيجو اهو اڪتو جو زميندار جي ساڻس آڻبڻت ٿي. ايتري قدر جو نيٺ ڳوٺ ڇڏڻو پيس.

زال ۽ ٻڙس، ٻنهي جي پرميشور جي پريم سان دل رتل هئي، سو ڪين دک ۽ سک جا ٿيندا آهن تنهنجي ڪابه ڪل ڪانه هئي. دنيا جي لاهين ۽ چاڙهين جي ٻ بوجهه ڪانه هئن. سو زميندار سان ڪو تين رنج اڪا ڪاوڙ. ڪنهن ٻر واري ڳوٺ مان هڪ سنگتيءَ کديرام کي هڪ ٻنيءَ ٽڪر آڇيو. اُنڊي جهوپڙي ۾ رهڻ لاءِ منجهس هئي. چيائين ته هتي اچي رهو. سو هڪڙي ڏينهن ساڻجهين جي وقت کديرام ۽ چندرمڻي ٻئي اُتي پند پيا الهيءَ ڳوٺ ڏي. هڪ ٻيجي گاڏي هٿ ڪري، اڳيان ٻاڻا ۽ سندن ٻه ٻار ۽

هڪ ٻيو ڏهن ورهين جو؛ ٻه ڪڪي ڇهن ورهين جي، ۽
ٻنهي پاسي ٻنهي جي باقي ٻچل ملڪيت رکي آلي هليا. انهيءَ
زماني ۾ رستن جو حال نه هوندو هو ٻرو. سو ڏڪا ڏوها ڪالبعدا،
اچي ڪامار ٻوڪر ۾ پهتا.

انهيءَ وقت ڄڏيرام اٽڪل ٤٠ ورهين جو هو. ٻنهي ۾ سگهو،
ڪنهن به ڪم ڪي اورچ لي لڳي ها ته جيڪر اتري ڪمائي سگهي
ها جو سارو ڪٽنب آسودگيءَ سان گذران ڪري سگهي ها. پر جو
ته جيڪو زمين جو ٽڪر سنگتيءَ وٽان مليو هوس، تنهن لي ته
جيڪي بلڪل ضروري هو تنهن کان وڌيڪ محنت ڪانه ڪندو هو.
جيڪو وقت بچندو هوس سو گذاريندو هو ٺاڪرن سان. جهوپڙيءَ
جي ڀاهران باغ ٽڪر هوس تنهن ۾ هڪ ننڍڙو مندر ٺاهيو هوائين.
اُلي پڪتيءَ ۽ شبوا ۾ رڌو ويلو هوندو هو. چندرمٽيءَ نه ٻنهنجي
جهوپڙيءَ ۾ هڪ ننڍي ڪوٺي ٻنهنجي ٺاڪرن لاءِ ٺاهي هئي.
ڪوٺيءَ کي ڏاڍو صفا رکندي هئي. ٻچنديءَ آهر ڪوٺي سينگاري
به چڱي هئائين. اُلي ڏينهن رات جو گهڻو حصو ڪاٽيندي هئي.
گهر جو ڪم ڪار جلدي لاهي وڃي ٺاڪرن جي پوڄا ۾ گهاريندي
هئي. ٻنهيءَ مان ڪمائي اتري هئي جو ٻارن کي سو به وقت ڪارائي
سگهندا هئا، باقي ٻاڻ هڪ ويلو. سو نه جي وري ڪاڏي جي وقت
کو سادو، فقير يا غريب اچي نڪتو ته انهن کي کارائي ڇڏيندا هئا.
گهوٽ ڪا رهاڪو مٿن ڀيا چٿرون ڪندا هئا. "ٺاڪرن اڳيان
گهنڊيون وڄائڻ ۽ گيت ڳائڻ سان ته ڪي دنيا جا ڏنڌا وڃا آهن!
وڃي ڪنهن ڪم کي لڳي ته ٻاڻ نه ٿڪي وڃي، ٻارن کي به سکي رکي."
پر ڄڏيرام نه شايد ٻڌندو به ڪونه هو ته ڇا ٿا چون ۽ جي ڪري
ڪن سان ٻڌندو نه هو ته ڪٿن کان ٻڙي، اندر، آواز پهچندو تي
ڪونه هوس.

ي دفعي ڄڏيرام کي ٻنهنجي هڪ ويجهي عزيز وٽ
هو اٽڪل ١٦ ميل پري رهندو هو. باقي ميل ڪن پند جو

هو ته هڪ ٻيل جو وڻ ڏنائين جنهن جا پن ساوا، سهڻا ۽ تازا،
سندس ٺاڪر لي چاڙهڻ الئق هئا، سي ڏسي خوشيءَ ۾ مست
ٿي ويو. عزيز ته ويس وسري. ٻئا ٻيهي پٽڻ لڳو ۽ ڪجھ ڳڏ ڪري
ٻڌي ورتو. پنهنجي مندر ڏي. جيسين آهي اچي ٺاڪر جي اڳيان
ته رکيائين تيسين سک نه آيس. اها ڳالهه ٻڌي ڳوٺ جا رهاڪو
وائڙا ٿي ويا. عمر اچي وين. مارا! هن انسان لاءِ تـڏهين ٺاڪر
هڪ سچي شيءِ آهن! اهڙو پيار جو سڀ وسري ويس! الهي ڪانپوءِ
ڇٽرون ڪرڻ بند ڪيائون ۽ منجهن خدابرام لاءِ بلڪل عزت ٿين.
ڳڏ ٿا هئس ته ڏاڍو مان ڏيندا هئس. پڪ ٿي وين ته هيءُ انسان
ٻيءَ ذات جو آهي، دنيا جي ماڻهن مان ڪينهي. چندرمٽي ته اهڙي
سادي هئي جو اها به خبر ڪانه هيس ته انسان کي سادي ڪاڏي،
سادي ڪپڙي ڪانسواءِ ڪا ٻي ڳهڙ ٿيندي آهي. هڪ دفعي
سندس ڪيٽلگهرو ڪو ويو ٿي ڪنهن ميلي تي. تنهن پڇيس ته
تنهنجي لاءِ ڇا آڻيان؟ ته منجهي ٻيٽي، چوي: موڪي ڇا کپي؟
سڀ ڪجھ آهي.

انڪان پوءِ ورهيه الهيءَ ريت ڪامارپوڪر ۾ ڪاٽيائون.
ست ورهين جو هو ته خدابرام کي اچي دل ٿي ته تيرٿن تي وڃان.
ليڪن ضعيف ته ٿي ويو هو ته به پنڌ وڃي گيا تائين لڪتو. نڪي
کي چندرمٽيءَ ني چيس ته تون هن حالتراءِ وڃ. اس ۽ پکن ۽ رستي
جي ٻين ڏاکڻن جو خيال ني ڪوءِ تيس. اُتي گيا ۾ هڪ مندر ۾ هڪ
پٿر آهي جنهن تي چولدا آهن ته سري ڪرشن مهراج جي پيرن جو
نشان آهي. سو ڏسي ٻي سرت ٿي ويو. ڏسي ته هڪ سهڻي
صورت سندس اڳيان اچي بيٺي آهي جا سري ڪرشن مهراج جي
هئي جا ڏسي مورڇا ٿي ويو. رات جو وري ننڊ ۾ ڏٺائين ته ساڳي
صورت اچي اڳيان بيٺي آهي ۽ پاڻ آڳي ڪان به وڌيڪ سهڻي!
چوي ٿي ته: ”مان تنهنجي گهر جنم وٺندس“. الي ننڊ ۾ پاڻ

جواب ڏنائين ته: ”ناٿ، مون وٽ ڪٿي جڳهه ولنديون؟ مان غريب ماڻهو! مان توهنجي ڪهڙي خدمت ڪري سگهندس؟ منهنجي جهوپڙيءَ ۾ ڪهڙو سک ملندءِ؟ ڪٿهن ڏئوان وٽ توهنجو جڳهه بيتر لڳندو.“ پر سچ شايد اٿين ته ڏسجي ”نه لائق آهن تي آهي هنڪي پنهنجي لائقيءَ جي ذري نه خبر ڪالهي، جن جو من پنڪي اٿو هنڪي سادا سوڌا آهن، جن جي من ۾ منشا ڪي ڪانه لي رهي، هن جو من مونڻي وچي دل جي دليءَ ۾ ڦاٻؤ تو ٿئي. دل نه ان جي سالم، صفا ۽ معصوم رهي لي هتن خاوند آئي واسو ڪري سگهي.

موٽي آيو ڪاماربوڪرين، پنهنجي جهوپڙيءَ ۾، الي چندرمڻيءَ پڏايس ته ڪڙي ڏيهن پنهنجي مندر ۾ ٺاڪر جي اڳيان ويٺي هيس ته ڏسان ته پڻ جي ٺاڪر مئان، حيٿرن مائين والڪر سچو پچو ٺاڪر ڪري آيو ۽ وڏلو آيو مون ڏي. باه والڳي تجلو هوس ۽ باه ... منهنجي سه ڪي اندر باهر چوڌاري وڙهي گهڙي ويو. ... ٺاڪر اڳيان ڪري ييس، بن ڪي خبر ٻيٺي جن ... جهوپڙيءَ ۾ ليٺايم. سامت ۾ اچي ڪالهوءَ اٿين پالمر ته ... ۾ ڪو ديوتا پرش واسو ولي ويٺو آهي. هديرام ... ڳالهه پڌايس: ٻهي ڪي پڪ لي ته ڪو ... ڀڳلو اسان وٽ حمر ڏسو ولي. الهيءَ ڪالهوءَ ته ... وڃلا هتا، ۽ اڳين ڪان ۾ وڌيڪ لهنا ۽ ...

# ١١. اڪبر جو جنم

[پروفيسر چيتن ماڙيوالا]

حليم همايون، منهن ڪُنڊرو ٿي، راڄ جون واڳون پاڻ ۾ ورتي
ورهائي ڇڏيون. ڪيس اها سمڪ ئي نه رهي ته الهيءَ ورچ جا
ڪهڙا اُلٽا نتيجا ۽ اڳرا اگور نڪرندا. شير خان افغان ته بنگال
مان واجهه وجهيو ويٺو هو ته مغل انتظام ۾ ڪيڏانهن ڪجهه ڍرا ٿيون
ته آءٌ چال ماري وڃي مٿن ڪڙڪان. همايون اڳي ئي هو عيش
عشرت جو ڪوڏيو، تنهن کي گاديءَ کان ٻاهر ڪڍي ڪيس جڙتو
فتح ڏياري، عيش ڪرڻ جو موقعو ڏئي، پنيءَ وارو ٻاسيرو هٽي،
ڪانئس رهيل کهيل راڄ کسڻ ڪا خاص ڪٺن ڳالهه ڪانه هئي.
شير خان مغلي حڪومت جي پوربي حصي تي هلان ڪري اهڙو
ته ماڻهن ۾ هراس ڦهلايو، جو همايون لاچار لڙائيءَ خاطر سندرو ٻڌو.
حالتن ڪيس عيش آرام کي ڇڏڻ لاءِ مجبور ڪيو. شير خان حرفت
هلائي همايون کي ماکي مَلهه جي ڀڙين وار ۾ جاٽي ٻڇهي سوڀ
ڏياري. همايون فتح پائي ائين سمجهڻ لڳو ته هي افغان مغلن
جي سامهون ڇا بيهندا! تنهنڪري وايو منڊل جي ٽڪور ڪرڻ
بنا لڳي ويو موج ماڻڻ ۾. ڪل تان پيس جڏهن شير خان قنوج
وٽ اچي مٿانس ڪڙڪيو ۽ اهڙو سوگهو گهيرو گهٽيائينس جو شهنشاه
پاڄ کائي ٻخال تي جمنا تري سر بچايو. پر هاڻ شير ٽرسڻ وارو
ڪين هو. پنهنجي پوري لشڪر سان سندس پيڇو ڪيائين ۽
ڪيس دلشڪستو ڪري آگري مان دهليءَ ۽ دهليءَ مان لاهور
ڏي لاڏاڻو ڪرايائين. اُتي به شير جي شڪاري ڪٺن سک
۽ ساميت جو ساهه پٽڻ ڪين ڏنس. همايون لاهور ۾ پاڻ ۽
سردارن سان صلاحون ڪيون ته اڪمشت ٿي ڪٺن راڄ وري
هٿ ڪجي؛ پر خود غرضي مٿن اهڙو غالب پئجي چڪي هئي،
جو تباهيءَ جا آثار چٽو ظاهر ڏسندي به پنهنجو پلو پرو وساري،

منٿن نہ ٿيا. سڀ الله جي گهوڙي لڳي سوار، تن کي سمجهائي
ڪيرا! اِلي همايون سخت ششدر ٿيو نہ پاڻ پراين ٿي نہ ڪالہ ٿي
هليو، پر اهڙو پت نہ ڪبهمر خو دل پرپائي. ڇا مغلن جي اسل
جي عاقبت لڳي ڪئي! اهڙن اڀتن خيالن همايون کي وڏو
دلگير ٿي ڪيو. پر ليڪ غيب مان آواز آيس تہ دل نہ لاهہ،
سڀ ڪجهہ سٺائو ٿي پوندو. خواب ۾ احمد جام زنده فيل دلداري
ڏيندي ٻڌايس، تہ جلد منهنجي اسل مان تو وٽ فرزند ايندو، جو
تنهنجي حيوت ۾ قبرو آڻيندو. خواب ڏسي همايون سرهو ٿيو.
سندس سڀي گواؤر پرين مهين سان هئي. ڪ ٿيس نہ پت
ايندو، پر آئي دختر ۽ خواب خوانہ ٿي ويو.

همايون کي هاڻ وري شر جي موڪلل سردارن ٿنگ
ڪيو ۽ ٻيو ڪو چاڙهو نہ ڏسي رخ رکبائين سنڌ ڏي. سنڌ ۾
الهيءَ ٽاڻي ارغونن جو راڄ هو ۽ شاه حسين سنڌ جو حاڪم هو.
هونءَ تہ همايون جي تخت لڳي وهڻ ويل کيس مبارڪن ڏيڻ
خاطر شاه حسن خاص ايلچي چاڙهي مڪو هو، پر حقيقت ۾ مغلن
۽ ارغونن ۾ قومي ۽ ڪٽنبي ضد ۽ متيهد هئا ۽ هيءَ ٿي ارغونن
کي وجهہ لهي آيو هو جو ٽالهي ڀدو وير پاڙين. شاه حسين جار
پڪڙي، همايون کي ربهي ربهي لاڙ ۾ آڻي، سوڙهو گهڻو ڳي
چاهيو پر همايون ڪين هرڪيو. حالتن الوسار هو وچ سنڌ ۾
ڪجهہ وقت لاءِ روڪجي پيو. عبشي جبوڙو بہ اڳي ئي هو، وٽر
جو علي اڪبر جي سولهن سير ليئگر حميده ٿي نظر چڙهيس تہ ويو
عشق ڪمائڻ، دشمن جا ليزا چيڻ وسري ويس. حميده همايون
سان نڪاح وجهڻ قبولي نہ پيئي. همايون کي اڳهر ڪافي راٺيون
ٿيون. تنهنڪانسواءِ سندس قسمت نہ پڙ ڪئي پيلي هئي. همايون
ڪئي مٿي چڙهيو هو، تنهنڪانسواءِ آفيم ۽ شراب جون علتون
پڻ جهڪيون هيون. اهڙو ور ڪير قبوليندو؟ اهڙو

سگھ چوڄ پئي ڪير ڪندو؟ حميده کي تنهنکانسواءِ گهر وارو
چوندڙ بنسبت پنهنجا خيال هئا. ته ”مرد ثاني شريڪ حيثيت
وارو هئڻ گهرجي ۽ نه اهڙو جنهنجي ڀرياڻ جي پلئو کي به آءٌ
ڀيڄي نه سگهان“. حميده کي ناهڻ البت ڪنن هو. هوڏانهن
همايون هنيون هاري وياڪل ٿي رهيو هو. نيٺ همايون جي
ماٽيلي ماءُ دلدار بيگم همٿ ڪري ڳالهه ڪئي ۽ همايون حميده
سان شادي ڪئي. تنهنءَ شاديءَ جو سک همايون پوريءَ ريت
مس ونديو هو ته ڪيس شاه حسين جي چالبازين خلاف ڪڙي ڪلهي
ٻيٺي. ٿوري وقت ۾ همايون جون رهيل کهيل آسون اُميدون به
ويندي يون رهيون. شاه حسين ڪيڏاري نڪتو. همايون کي حالتن
وري روهڙيءَ اچڻ لاءِ مجبور ڪيو. سندس ڪُجهه سردار ته ڪانئس
ڪڏهونڪو ڪنارو ڪري ويا هئا. باقي ٻچيلن مان به ڪجهه
همايون جون رانديون نه سهي کسڪي ويا. هاڻ جيڪي سندس
حمايتي وچي رهيا هئا سي اينترا ۽ اهڙا ڪين هئا جن دواران
حڪومت همٿ ڪري سگهجي. جنهن ڪري همايون ڪنهن آگهائي
جي ناٽي ويچار ڪيو ته حياتيءَ جا باقي ڏهاڙا بهتر ته دنيا ترڪ ڪري
مڪي شريف وڃي گذارجن. انهيءَ ارادي تان حميده ئي ڪيس
باز آندو. همايون جي هيءَ نؤورني ۽ نوجوان عورت جيتوڻيڪ
عمر جي ننڍي هئي ته به تيز فهم ذاتي، تنهن ڪيس دليل ڏيئي
دلداري ڏني ته ڪن ڪن جي الڳ گهٽنا آهي ۽ پوءِ آسرو اصل لاءِ
ڪيئن پلبو؟ تنهنکانسواءِ حميده اميدواري به هئي، تنهنڪري
همايون مڙيو. انهيءَ ويل همايون لاءِ هڪ ٻنهيءَ آزمائش منهن ڪڍيو.
راجا مالديو جودپور جي مالڪ، همايون کي نوتو موڪليو ته جيڪڏهن
منهنجي ماڳ ايندين ته آءٌ تنهنجي دل گهري مدد ڪندس. پيو
ڪو چاڙهو نه ڏسي همايون ۽ سندس انالو جودپور ڏي وڌيو.
مگر مالديو جي من ۾ مچاٽا ڪا مدائي تي ڏني. سندس مطلب

ٿو تہ همايون کي هٿ ڪري شر ڪان سندس سر سالڪي آهر
ڪمايان. پر همايون جا ڪٿا اڃا پورا ڪين ٿيا هئا، جيئنڪري
وقت سر ڪيس مالديو جي دولاب جي ڪُڙڪ پئجي ويئي. پر هاڻ
ڏؤ وڃي ڪيڏي پَر؟ سنڌ تہ موٽي نٿي سگهيو جو رستي ۾ مڙئي
دشمن واسو ڦاڙيو ويٺا هئا. ٻين طرفن ۾ ساڳي ڪار نظر پئي آئي.
فقط ٿر ڏي رستو صاف هو. پر ٿر هلي ڪبو؟ ڪس آٿالڪا،
ملڪ ويران وارياسو، ويتر جو هو اونهارو تنهن ۾ هو ڏکيڙي ۽
بهادر جي دل ڏهلجي وڃي. مالديو ڪيس اڙي ڪوڙڪي ۾
ڦاسايو هو، جنهن مان جند ڇڏائڻ ٿي محال. پر لاچاريءَ جو ڪيڙو
آچار؟ لنڊڪل جو ٿرهو هڏي همايون ريگستان جهاڳڻ لاءِ اٿي
وڌو. مالديو شڪار هٿن مان وڃندو ڏسي، همايون کي لنگ ڪرڻ
۾ وسون ڪين گهٽايو. هڪ ملڪ ويران ويتر جو پوپان پرپان ڪوئيل
ڪوهون ۾ مالديو ڏنائي ڇڏيون، تن مڻن کي ٻيهر پيو ڪيو. ماڻهو
وقت سر جيڪل جي ڏند ڏولڙي لي نہ حالي وڃي، پر پاڻيءَ
بنا سٿر ڪرڻ، سو بہ سخت گرميءَ جي موسم ۾، تنهندو
محال ٿي جهڪر مڙس ماڻدا ڪري. اڃ وڳهي همايون جي آتالي
۾، ماڻهن لوڙي جانورن ۾ ڪتر پوڻ شروع ٿي. لاچار همايون
کي ڪجهہ وقت پورين پنڌ هلڻو پيو. حميده وارو گهوڙو بہ پرائو
هو. همايون کي هاڻ اڃيءَ ويچار اچي ورايو تہ جڏهن صورت ۾
حميده پنڌ ڪرڻ کان مٿي ٿي چڪي هئي ۽ ڏينهن بلڪل اچي
پرا هئس، تنهن ڪري سخت لي ڪنهن وسيلي پڙو ٿجي تہ ٺهڻ.
تنهن ٿولڍي نہ همايون همت نہ هاري. گهوڙي جو لغام هٿ
۾ ڪيو همايون پنهنجي ڪنوار کي ڪاهيندو هلنو ۽ رکي رکي
[illegible]ن مٺڪي ٻياري ڪس دلداري پئي ڏنائين تہ جاڻ پهتاسين.
[illegible]ـہ حد سياڻي هئي. سمجهي ويئي تہ همايون کي سندس
[illegible]آنارلو ۽ پريشان ڪري چڪي هئي. هوءَ ۾ جيتوڻيڪ

آلي هئي ته جلد هلي ڪنهن هنڌ تائيڪو تجي، پر مسڪ جو جواب رئي پنيان مرڪ سان ئي تي ڏنائين ته دلبر دلگير نه ٿيءُ، سائين سڀ چڱي ڪندو. قضا سان ڪنهن سردار جو گهوڙو گرميءَ سبب ساٿ تي پٺتي رهيو. سندس پيو گهوڙو حميده جي سواريءَ وارو هو. ڪيس خبر هئي ته حميده کي سواريءَ جي ڪيتري قدر گهرج هئي. ٿر رڻ پٽ جي وچ ماڻهن جي رهيل کهيل شناخت به ختم ڪري ڇڏي ۽ هو بي قدريو سردار همايون اڳيان گهوڙي لاءِ سين هٽي اچي بيٺو. آلي پئي هڪ جو روح رليو جنهن ساڃهه ڏاري پنهنجو سواري اُٺ شاهه کي سواريءَ لاءِ ڏنو ۽ پاڻ پيرين پنڌ هلڻ لڳو. آخر اَج ۽ بک ۽ پاهه تيندڙ قافلو اچي امرڪوٽ کي ويجهو رسيو. ويهن ميلن جي مفاصلي تان همايون پنهنجا قاصد سوڍي راڻي ڏي چاڙهي مڪا، پر الدر ۾ اها آئد مائد ته ٿي سڍيو سردار الائجي سندس ڪهڙي آجيان ڪندو! راڻو پرساد همايون جي اچڻ جي خبر سڻي سرهو ٿيو ۽ سندس خاطر خواهه سواڳت ڪيائين. همايون جي آڻالي جي امرڪوٽ پهچڻ شرط راڻي پنهنجو ڪوٽ خالي ڪرائي مغلن جي ضعفائن جي رهائش لاءِ ڏنو ۽ پاڻ پئي هنڌ پيڙو ٿيو. مغلن سامت جو ساهه پريو.

پارمار ڪُل جو سوڍيو راڻو پرساد، اُمرڪوٽ جو خاوند به، اَرغونن مان سڙيو ويٺو هو، جو سندس پتا کي ارغونن راهه گهاهه پنهنجو بک بڻايو. هيئر پرساد جو وارو وربو ٿي، جو هو شهنشاهه همايون جي واهر ڪري پنهنجو وير پوريءَ ريت پاڙي تي سگهيو. اُمرڪوٽ ۽ راڻي جو سارو عملو مغل جي خدمت ۾ حاضر هو. مغل سپاهه به ڏاڍي گهڻو خوش هو. رڻ ۽ ريگستان جي اَڻالگي عرصي کان پڪدم بوءِ هيءَ سگهي جيوت سُڌن لاءِ سرڳ موافق هئي. امرڪوٽ شهر ڪشادو، جتي هرڪا شيءِ مٺي ۽ سستي ملي ٿي سگهي، جنهنڪري مغلن هتي چڱا چشڪا ورتا ۽ چاوا ڪيا. ڪيترن ته پنهنجي لاءِ نوان وهت ورتا. مگر شاهي خزاني ۾ اها ڪوڏي ڪا نه جڙي جو

شهنشاه پنهنجي مهماندار کي سوغات ڪري ڏني! مگر هڪ رمز سمجهي آيس جنهن جي مدد سان واڻي کي ٻه ٻجهايائين ۽ سباهه کي ڏيائين، جنهن ڪري منجهن شهنشاه لاءِ انساه وري اُٿڻ لڳو. ڪجهه ڏينهن ساهي پٽي همايون دشمن کي منهن ڏيڻ لاءِ خيال ڏيکاريو، جنهن لي راڻو ۽ پنهنجا ٽي هزار سوڍا ساهي تيار ٿي ويو. هوڏانهن حميده بانو جا ڏينهن اچي بلڪل پريا هئا. مگر شهنشاه کي وڏيڪ لرسڻ واجب نظر نه آيو جنهنڪري مغل حرم پنهنجي سالي جي نظر هيٺ امرڪوٽ ڇڏي شاه ١١ آڪٽوبر ١٥٤٢ع جي اڳني وڌيو. همايون جو ٽارن جي حساب ۾ خاص ويساه هو، جنهنڪري مولانا قند، شاهي هئبتدان کي نه امرڪوٽ رهائي ويو، جتي هو بالڪ جي جنم جي پوري ويلا وٺي سندس بخت جو پورو تخمينو لڳائي سگهي. مغل شهنشاه کي امرڪوٽ ڇڏي ٽي ڏينهن مس ٿيا ته ملڪه پنهنجي نازڪ ويل ويجهو آيل محسوس ڪئي. سج لهي سانجهي ٿي ته مغل زناني ۾ اُج وڃ شروع ٿي ويئي ۽ ويرجو وقت ڇن پل لي اچي پينو. مولانا قند پنهنجا ڏيڙ سنواري تيار ٿي ويٺو ۽ وير ٿئي ۽ تارا چڪاسيان. ڇنڇر پورو ٿي چڪو هو ۽ اڌ رات جي نوبت نه گذري ويئي. آرتوار جي ويلا چالو ٿي. ويرجو انسانت تيار هو. دائي ۾ اچي سهڙي هئي. مگر نه ملڪه کي آرام نه وري ملڪه کي لطيف ننڊ. انهن رات آلاني ڇو همايون کي پنهنجي منزل لي لند نه آئي. اوچتو هن محسوس ڪيو ته هڪ سهڻو ستارو اوير ڪان اسري آسمان ۾ مٿي چڙهندو هليو ۽ جتن مٿي ٿيندو ويو تئن سندس روشني ۽ تيزي وڌندي ويئي ٽانجو تارو شهنشاه جي منزل مٿان چمڪندو رهيو ۽ اهڙو روشن جو ساريءَ پرٿويءَ لي سندس پرڪاش نظر آيو. هن خوش خوابي محسوسات بعد مس شهنشاه کي ننڊ ... ٿي. ليڪ اڃا تاطي ملڪه حميده اکيون پٽيون ... بيٺل ٻڌايءَ دائيءَ لي پيئي، جنهنجي هيبتناڪ

بيهڪ ملڪه کي ٻ پچاري وڌو ۽ کيس ٽڪڙا سور ٿيڻ لڳا. مولانا قند
کي حالت جو اطلاع ڏنو ويو. هو ٻارا ٻاري ٽپڙس ۾ پهچي ويو.
چي: "جمر کي هن ويل روڪيو، ڪٿن ٻه روڪيو! هيءَ لحظو ئي
بد بختيءَ جو آهي." زنان خاني ۾ هرڪنهن کي فڪر ويڙهي ويو،
مگر هو ڪري ئي ڇا ٿي سگهيا؟ وسا ٿي ويٺا رهيا. مگر مالڪ
جي مهر ٿي. ٽڪڙ ٻيڙي ٿي. حميده تڪليف سبب پنڪيون کائڻ
لڳي. اڃا تورا منٽ ئي مس گذريا ته مولانا ٽڪڙ شروع ڪئي. چي:
"هاڻ جمر ٿيڻ گهرجي، ههڙو لحظو صدين ۾ ٻه مشڪل اچي." مگر
ان ويل ته ملڪه آرام ۾ هئي. ڪير کيس جاڳائي؟ مولانا بي فائدو
بحث ڪرڻ لڳو ته ڪٿن ٻه جمر هيئنر ڪرايو، جنهن ئي زالن ۾
اچي نهڪڙو بيو. اينري ۾ اوچتو حميده اکيون پٽيون ۽ ٻار نڪري
باهر ٿيو.

ڇوڪري جي جمر تي شادمانا شروع ٿي ويا. بادشاه سلامت
کي پڻ هن مبارڪ خبر کان واقف ڪرڻ واسطي تازي تيار ڪرايا
ويا جن جي دز همايون پريان ئي سهي ڪري اچي ڪچهريءَ ۾ وينو،
جو کيس خوش خبريءَ جا پرون خواب رستي اڳيئي پهچي چڪا هئا.
جلد سوارن اچي کيس مبارڪ ڏني. ساريءَ ڪچهريءَ ۾ سرهائي
ڇانئجي ويئي مگر همايون کي اها سمرتي نه هئي جو پنهنجي اميرن
کي ڪٿي خلعت ٻڪائي. يا ته مغلن ۾ اها توفيق هئي جو سڪيلڌي
شهزادي جي جنم تي اهو رنگ ٿي رچايائون جو فرشتا ٻه جيڪر مٿن
ريسون ڪن؛ يا ته همايون جي حالت هن وقت اهڙي ڏتڙيل هئي جو
هو ڪجهه ڪري ڪٿي خوشي منائي! امير امرا جڏهين شهنشاه کي
مبارڪ ڏيئي چڪا ۽ مغل بادشاه موٽ ڏيڻ لاءِ بي سود واجهائي
رهيو هو ته سندس خاص خذمتگار جوهر مشڪ جو ڏيدو بسيءَ ۾
آڻي اچي شاهه کي ڏنو. همايون گد گد ٿيو ۽ مشڪ کي ٽوڙي
ساريءَ ڪچهريءَ کي هبڪاريو ۽ اميد رکي ته نئون جاول نينگر ٻه

ساڳيءَ ريت پنهنجي راڄ کي وڌائي واڳيالي معظم ۽ مالا مال ڪندو.
پورن پنجن سالن جي عرصي بعد لاهور وارو خواب سچو لڳو ۽
سالن لوڪ جي هدايت موجب چوڪر جو نالو اڪبر رکيو ويو.

اڪبر جي جنم پنهنجي پيءُ ۽ خاندان جي قسمت پر قيرو
آندو. جلد شاهه حسين، سنڌ جي حاڪم کي باز آندو ويو،
جنهن جي مدد سان همايون هندستان ڇڏي ايران ويو، جتان
وقت سر مدد وٺي هن هندستان پر مغل شهنشاهت واپس هٿ
ڪئي. اڪبر به وڏي ٿيندي پنهنجي عقل ۽ توفيق سان خاندان
جو نالو چاڙهيو ۽ هتا کي سکي وڪرا جي ترقي ڪوشش ورتي.
الهيءَ ريت هن پنهنجي جنم واري ملڪ جي عبڪار جي پوريءَ
ريت پٺ پرائي ڪئي.

## ۱۲. پوڄن وديا

[شريمتي ڪرشنا ٻائي لاڪرداس گيانائي]

شاسترن ۾ آيل آهي ته استرين به ولپن جو ڪم ڪري ڪون
سکهن، يعني گيان ۽ چترائيءَ سان، ڪاڏي جي شين جون خاصيتون
سمجهي، جنهن وقت جيڙو ڪاڏو مناسب هجي، تنهن وقت اهو
ڪاڏو چڪيءَ طرح ڏاهي، ٻارسان پيرن پالن کي کارائي کين تندرست
رکي ڪون سکهن.

رسوئيءَ جي وديا استرين جو مرڪ آهي، جنهنجي سنڪرت
۾ کين ڪابه دليلي ته ڪرڻ گهرجي. جنهن استريءَ کي جدا
جدا پدارٿن جي پوري پوري ڄاڻ آهي، اهائي انهن پدارٿن
مان نانا پرڪارن جا طعام تيار ڪري سگهندي. ساڳي سامگري،
ساڳيو مڙي مصالح، ساڳيا برتن ۽ ساڳي باهه، ته به ڪاڏي جي
سر ته ڏسو ڪيڏو پٽجيو رهي. جهڙيءَ طرح چون ٿا ته

”سرمون ۽ هرڪو ڪو ٻالي ۾ اڪ اڪ جو ڦير آهي“ ٺهڙيءَ طر
رڌڻ پچائڻ جي ٻاري ۾ ۽ ڄڻي ٿو سگهجي ۽ مال مصالح ۽ هرڪ
ڪو واپرائي، پر هٿ هٿ جو ڦير آهي.

ٽن آهن اهي ٻرش جنکي اٿر، وِدوان ۽ پوڄن وديا ۾ ڪشل
استريون نصيب ٿيون آهن؛ ڇو ۽ شاريرڪ چڱڀلائي کاڌي تي گهڻو
مدار تي رکي ۽ وري اهڙيءَ چڱڀلائيءَ ڪري ئي ماڻهو ڌرم، ارٿ،
ڪام ۽ موڪش پراپت ڪري ٿو سگهي. ”ڪايا راکي ڌرم“ جو
مطلب بہ ساڳيو آهي؛ ڇو ته جو ماڻهو پنهنجو سر پرتي سگهيو نٿو
رکي سگهي ۽ سدائين ڪنهن نہ ڪنهن بيماريءَ ۾ مبتلا آهي تنهن
کان بين جو ڀلو ڪيئن ٿي سگهندو؟ نہ ڌرم يا فرض پالي سگهندو،
نہ ارٿ يعني ٻئي ڪنهن کي فيض رسائي سگهندو؛ نہ ڪام
يعني پنهنجون شيون اڇائون پوريون ڪري سگهندو ۽ نہ موڪش
يعني اهڙو ڪجهہ ڪري نہ سگهندو، جنهنجي وسيلي پاڻ سچائي
مالڪ ۾ لين تي وڃي.

هڪ ڀيرو تندرستي بگڙي ته وري جاءِ تي اچڻ ۾ ويرم
تي لڳيس. انهيءَ ڪري تندرستيءَ تي پورو ڌيان ڏيڻ گهرجي.
سادي، سٺي ۽ سوچ کاڌي کائڻ کانپوءِ بہ پاڻيءَ ۽ هوا جو خيال
رکڻ گهرجي. جنهن بہ پاڻيءَ ۾ ذري ماتر شڪ شبهہ هجي تنهن
کي ٺهڪائي ٺاري ڪتب آڻڻ گهرجي. صبح جو روز ٻاهر نڪري
وڃڻ ۽ صبح جي هير جو فائدو وٺڻ تندرستيءَ کي هٿي ٿا ڏين.

وري ڏسو ته کاڌي جو پنهنجي من تي ڪيڏو نہ اثر ٿو
پوي! سنڌيءَ ۾ چوڻي آهي ته ”جهڙو اَن تهڙو من“ نہ رڳو سرير
جو اثر من تي ٿو پوي پر سڌو ئي سڌو کاڌي جو اَثر بہ من تي ٿو
پوي. جيئن ڪيترين ئي ڳالهين جا ٽي درجا رکيا ويا آهن:
ساتوڪ، راجسڪ ۽ تامسڪ، تيئن کاڌا بہ ٽن قسمن ۾ ورهايل
آهن. ساتوڪ کاڌن ۾ کير، ۽ ٻيو جهٽ هضم ٿيندڙ طعام، ساڀون

• کو ماڻهو سوادي شيون ناهي سنهين، پوءِ ڏسو ڪتان ڪتان گراهڪ ڪاهيو اچيو وڃن ٿا. ڪنڌ ڪنهن جي فرصت ڪانهي تي تئيس ۽ پنجن جي ٽنگسال لڳيو وڃي. انهيءَ باري ۾ هڪ حلوائيءَ جو مثال سونن اکرن ۾ لکڻ لائق آهي. ڇٽن جو تالهه کلهي تي ڪٺي ڦيري ڪندو هو، ننڍو دڪان به پوءِ ورتائين. جڏهين دڪان ورتائين تڏهين پڪوڙا به ناهيندو هو. ڏيري ڏيري وڏو دڪان ڪيائين ته پڪوان، پاڇي ۽ مٺايون ناهڻ لڳو. آخر ڪم وڌائي اهڙو وڻ ڪيائين جنهنجي ڇايا هيٺ، گهٽ ۾ گهٽ هڪ سؤ ٻڪيا ڏکيا آرام وٺندا هئا. ڪراچيءَ جي رهاڪن کي چڱيءَ طرح ياد هوندو ته انهيءَ حلوائيءَ جي دڪان جي سامهون، فقيرن جون قطارون لڳيون پيون هونديون هيون جنکي هو هر روز ڪجهه نه ڪجهه ڏيندو هو. ڪراچيءَ واري هڪ ٻئي حلوائيءَ جي سوچ گيهه مان مٺاين جو سواد گهڻن ونبي ڏنو هوندو. سندس ڌيان هوندو هو چڱي بناوت تي. ڪاريگر ڪيترو به ڪٺي ونن، پر سنا ڪاريگر سندس قبضي هيٺ ڪيا. لک ڪمايائين. سندس مشهور حلوو نه رڳو ساري هندستان ۾ ويندو هو، پر لنڊن ۾ به. هينئر به چولتا ته بمبئيءَ ۾ ڪٿ دڪان کوليو اٿس ۽ ڏاڪو چمائي وينو آهي.

اِها اَٿو چڱي ڪاڏي جي مهما. منهنجي سيني پيدرن کي اِها صلاح آهي ته جيئن ٻين ڪمن ۾ نپڻ ٿيڻ ٿيون چاهين، تيئن پوڄن وديا ۾ نپڻ ٿيڻ جو چاه به ڪن ۾ ضرور اچڻ گهرجي، جنهن مان پس پيش فيض رسڻو آهي.

---

## ١٣. ڪنور ڀڳت

[شري ٽيرٿ وسنت]

چارڻ چوري جنگ کي جڏهن ويهي وڄايو،
شهر سڄو اني سنگتا! تنهنجي لئي ڌن لٽايو.

٢ نومبر ١٩٣٩ع سنڌ لاءِ ماتمي ڏينهن هو. انهيءَ رات رڪ اسٽيشن تي هڪ اهڙو واقعو ٿي گذريو هو، جنهن جي پٺيان مٺا پولٽيڪس سان ڪري ٿي سگهجي. ڪڪائين ٻاهه ولگر ٿهلجي ويئي ۽ ملڪ ڇرانجي ويو. ڪشمور کان ڪراچيءَ تائين دلين کي ڌڪو آيو ۽ بي اختيار لڇڻ مان، لڙڪ لڙي پيا. گهرن ۾ واويلا ۽ گهٽين ۾ هٽ تار ٿي. هاري هُر، مزور نعاري، واڻيو ناراضي چڙهي، مٿي پيرن اگهاڙا ماتمي جلوس ۾ اچي شريڪ ٿيا. ڪن پاڻ رڪايا، ڪن لرجل واري، ڪن مٿا ڪوڙايا. اهڙي عالمگير عورت جو دک جي ليکو هن ملڪ نه ڪڏهن ڏٺي نه سڻي.

هن کان اڳ ملڪ ۾ ڪيترن ڏکيا سہايو تو آهي. ڪيترن امر شهيد، محب وطن، جانباز راهه رباني وٽي راهي ٿي ويا آهن. هرتالون ۽ اسيمبلي آلدولي بعد عام جام ٿيون آهن، پر جو حڪري حولان، غم جو طوفان هن واقع سبب ازخود نمايان ٿيو، سو بي نظير بي مثل هو. اهڙي مظاهري کي خاص اهميت جيئي، چو ته انجو تعلق انساني دل سان آهي. انجي ڪاماڻيءَ لاءِ لکي آهي اشاري پرچار ۽ پروسٽر جي ضرورت، لکي جڙتو جوش ڏوڪڻ جي حاجت.

ذرا سوچيو! هيڏي همدردي، هيڏي واويلا ڪنهن لاءِ؟ هي شخص جنهن لاءِ هندو مومن زار زار ٿي رنا، جنهن جي چڪيا نسي جام، نڌي، ڀوزدار جاگيردار ناواڪيون موڪليون، جنهنجي اعرا پرسيءَ ني رهڙ ڪيتي ۽ جي تا معلوم ڪوٺ ۾ هزارين شخص شمشان ڀوميءَ ۾ آيا، جنهنجو نوٽو سنڌين جي سڀني گهرن ۾ رام، نانڪ جي مورتن جي وچ براجمان هوندو، سو ڪير هو؟ اهو شخص جنهنجي آواز جهڙا لاءِ هميشه نه ڪمي

ڪوڙ رکي ۽ بروچ کهاڙين جي ڳن تي نيڪ ڏيئي، پاڻ وساري، وچ بازار ۾ "ڪيئن رلجهايان ڪيئن پرچايان" جو رڪارڊ وڏي ترب سان بڌيئو؟

هُو هڪ غريب پورهيت هو، مسڪين ڪٽنب ۾ ڄائو ۽ مسڪين زندگي گذاريائين. سندس جنم ٿومل جي ديس ۾ ٿيو، جتي زمين پلي، ملڪ ٿوچارو آهي. سوين ميلن ۾ ڪٽڪون ٻيون لڏن لمن، پٽاريون ٻيون گهمن ڦرن ۽ چٽون چيها پيا چونگارين ڇڳن.

سندس پتا تارارام کي اولاد ڪين ٿيندو هو. ۽ فقير پيٽيائين، اُکا وڏائين، باسون باسيائين. نيٺ پڳت ستړامداس جي آشيرواد سان ٻئي ضعيف پٽ ڄائس، جنهن تي ٽالو ڊريائين ڪنور. هو سندس اکين جو تار ۽ گلي جو هار هو، پر درويش جي سوغات پاڻوت امانت سمجهي گرن کي اُرپي ڇڏيائين. ڪن سالن بعد سؤ رپيا پينا ڏيئي ٻالهن واپس ورتائين. صدق سمجهو يا سنسو، پر گرن ۾ اُٽل وشواس هڪ وڻندڙ وهم آهي، جو فقط ڳوناٽن ۽ اَڻ پڙهيلن تائين محدود ناهي. هرحال تارا رام جي پيرم ڪنور جي هردي ۾ ستړامداس لاءِ اِهو ڀاو اُتپن ڪيو جو دل پگهاري ۽ دماغ رجائي ڇڏي. ستړامداس ڪانئس وڏو هو، پر سندس دل جو سردار هو. هن عاشق صادق جي محبت اهڙي اَڏول هئي جو جڏهن پيريءَ سندس معشوق جي محبوبي مهانڊي سان وٺي وهايا ۽ ساڏپٽي چپر ڏاڙهي، اُگهاڙي ٽنگ ۽ روڏپٽو آندو تڏهين به زندہ پير جي جوت وانگر ڪنور جو قرب دائما ٻهڪندو رهيو.

راڳ جي ڏات، غريب پروري، نهٺائي سندس ٽيج ٻيج جي چندرما وانگر وڌايو ۽ لوڪ کيس زاهديءَ جي رستي ۾ ٻرڪ سمجهڻ لڳا، پر هن درويش جو ڪنڌ دوست جي در تي سدائين جهڪيل رهيو. تحقيق ڪنور جي حياتي پنهنجي محبوب سان عمر وفائيءَ ۽ جان نثاريءَ جو هڪ بي نظير مثال آهي.

ڪنور غريب پرورهيڻ جو ٻت هو، پر دانار ڪيس گنج ڏنا، پڳتين مان لک ڪمايائين، پر هڪ ٽامي جي پائي به پاڻ تي نه خرچيائين. وڪر وڪڻي روزگار ڪندو هو، رب چڪو ڏيڻي پٽ چڪو ولندو هو. پرمارٿ جو پڻو سوارٿ بلي لڳائڻ پاپ سمجهندو هو. پڳت جي ڪمائي جي پاڻ تي خرچي ها نه ميار ڪاڻ هيس، پر اهو ناڻو امانت سمجهي غريبن کي وراهي ڏيندو هو. ڪوهيون کٽائڻ، تباڻن کا ڪارج ڪرڻ، گئوشالائن کي سهايتا ڏيڻ، اُنهن مندرن جي آجوڪا جو پرٻند ڪرڻ فرض سمجهندو هو. ڪيترا هندو مسلمان ڪنب سندس دان تي پلبا هئا. مسلمانن سان اهڙي محبت هيس جو وڏ وڏيرا گهرو اختلاف لسرڻ لاء ونس ايندا هئا. هندو مسلم اتحاد جو مجسمو هئڻ سبب گورنر ١٩٣٧ع ۾ کيس لولکي عطا ڪئي. غريب مسلمانن کا قرض لاهيندو، ڪورٽن مان کيس ڪڍائيندو هو. چوندو هو ويچارا زميندارن جي ٽنن ۽ شاهوڪارن جي وياجن ۾ پيڙجي رهيا آهن. وڏيرن ۽ سيٺين سان مٺ محبت جو رستو هوس، پر شاهوڪاري زميداري سرشتي جو حامي نه هو. معلوم هوس ته دولت مند جي دماغ ۾ حضرت ملوس ۽ آسهن ۾ ابليس جو اڏو آهي. پڳتين ۾ نڪبا مگندي شاهوڪارن کي چوندو هو ته ”شاهوڪار آهن ڪُڏ جتي اسباس جو ميهن وارو پاڻي اچو ڪنو ٿئي. دوستو دان آهي نيسارو، سو جي نه وهندو ته ڪُڏ اهي هيمت پوندو.

ڪنور نه ڪڏهين گهڙو رنو ڊوغو پائو، نه ڪڏهين چوڙو چاڙهيو، پر سڄي عمر ترليپ، ترموهي ٿي رهيو. دکي انسان جي شيوا سندس ڌرم هو ۽ اياڻن، مريضن، ضعيفن جي خدمت کي عبادت ڪري ڄاڻيندو هو. ڏهر ڪيءَ ۾ اُنهن معين جي دوا درمل ۾ هي سندن نورو پيشاب مٽيندو هو. جڏهين هو نه ليلائيندو، رڃهائيندو هون. هينئر به آهن

مان ڪيترا اُت موجود آهن. سندن پراڻين رلين، اڳڙين سان
تقيل سوڙين ۽ ميرن ڪپڙن، سڪل مهاندن مان پراچين سميه جي
ڌرمي مت جو وايو منڊل پيو بکي. انهن چوڏهين صديءَ جي
پرينن کي ڪنور لاءِ ازحد قرب آهي. هو سندن آرا انگل
ڇهيندو، ۽ پنهنجن ٻچن وانگر سنڀال ڪندو هو. چوندو هو "ادل
من مٿان موچڙو هڻي. اسين انهن صديءَ تا لڳون." سندس
همدردي ماڻهن تائين محدود نه هئي. الفاظ ڪٽلي ڪاغذ تي
چڙهي ويندي هيس ته لکڻ کان قلم ڪٽي روڪيندو هو، جيسين
مرضيءَ مطابق هوءَ هتان لنگهي وڃي. ماڻهن جي اوڻاين ۽ عيبن
کي به ڪرڙي نگاهه سان ڪو نه ڏسندو هو. ڏاتار انساني دل
اندر ليئو پائڻ ۽ ٻين جون تڪليفون محسوس ڪرڻ جي ڏات
ڏني هيس.

اهڙا مثال انيڪ آهن جن مان سندس همدردي، غريب پرور
نهٺي ياو جي پروڙ پوي ٿي. هو هڪ ملائم، درد مند، احساس،
هوشمند انسان هو.

اسڪولي تعليم ڪانه مليل هيس. گرمکي ۽ گرنٿ ۽ مشڪلات
سان هندي واچڻ بنا ڪو علم ڪو نه هوس. پراچين ڪتابون،
اُپي جا ٽوڪا، پنجابي ۽ جيسلميري گفتا جاڻندو هو. ڌرمي
شلوڪن جون معنائون ته اڪثر آڏ اکريءَ وانگر اڏ درجن نموني
ڪري سگهجن ٿيون، پر غزلن ۽ ڪافين جي معنيٰ ٻڌڻ من گهڙت
پڌائيندو هو. عشقي افسانا مرولي اُتمان گيان ۽ ڀڪتيءَ جا اُپديش
آڻڻ ۾ ماهر هو. پلا بت ملڪ ۾ جتي پروچ ٻي بنياد شڪ تي يا
حاسد جي طعنه تي موملون مات ڪيو ڇڏين، اُتي عشقي اُپٽار
بارود ۾ سوُسڙي لڳائڻ سمان آهي. سندس ويچار ۽ رهڻي
جهولي پراڻي نموني جي هئي. جديد خيالات ۽ جذبات کان
غير واقف هو يا جيڪڏهين ڪتان پڌا سٺيا هئائين ته اهي اهڙي

اڻ پوري، ناقص لموليءَ سنڌ س اڳيان پيش ڪيا ويا هئا، جو ڪيس انهن ۾ عقيدو آڻڻ لاءِ ڪو قوي سبب ڪونه هو. سڌارڪن جي رهڻي ڪرڻي نه اهڙي ڪا هئي جنهن مان هو جوت جهٽي سگهي. هنن جي پيت ۾ سنڌس خيالي آدرشي هئي، جنهن ڪري ڪيس شرمسار ٿيڻ جو سبب ڪونه هو.

ڪنور ڪلاونت هو. هالو چالو فوٽا نه ڪڍيٽي انس، جي شرڌالن جي اڻ ڳڻيتي مغز ڪلن، گنڌرون، تلڪن سان ٺقي، ڪاٺ جي ٺهيل ني جان بت وانگر ڪهڙي ڏياريءَ جي اوليڻ ۾ رالديڪن وانگر ناهي بيهاريا آهن. خوش لصبان ڪو معتبر فوٽو هٿ چڙهي وڃو نه سنڌس شڪل جي سهڪ ۽ لباس جاچيو. مٿي تي زعفراني رنگ جي داڻ داڻ واري جهرولي پڳڙي، ڪن ۾ ڪنڊل، بت تي سفيد ني داغ ڪڙتو جوڙيءَ جي ڌوتي، پيرن ۾ گهنگهرو، اک ۾ خمار، آواز ۾ لطافت ۽ جتي ڪوئل واري چهڪ ۽ لڪ، ناسون ڦڙيل ۽ چپ بوليا. سڄي عمر تلڪ لڳائي، ڏکڙ ڏمجر "قربون پايان آلون ڇيڙ جمڪايان" سان ماڻهن جا من موهي مست ڪري وڌائين. پرهه ڦٽيءَ ويل حذهين راس ۽ ڏيهن جاڳ ۽ لد ميزان جهلي نهن تا لڏهن "رام سمر پرياس مهري من- رام سمر- ها رام سمر- اي رام سمر" سان شروع ڪندو هو. ماڻهن جا حشام هوندا هئا. جئن پتنگ ڪنهن دلفريب چراغ تي مستان ٿي طواف ڪندا آهن، يا گره سورج جي ارد گرد ڦرڪرما ڏيندا آهن، ليڪن خالق خدا جي سنڌس ڪييدڙ موهيندڙ آواز تي ماڪيءَ جي مکين وانگر اچي مڙندي هئي.

ڪنور گوّيو يا ڪٿڪ نه هو، حياب پڻائي جي نڪاڻي . لدم، هولدي ڳائڻ ودپا سکيو، ۾ راڳ جي روح کي تازو قديمي موسيقي جي مٺهائيندڙ ۾ پنج ڳاڻ ٻري هو، لي سنڌي طرز جو راڳ ڳائيندو هو. لاهيون چاڙهيون

يا مندر مٿان تان تمام رسيلي ٽولي ڪتب آڻي، اڃائي ور ۽ ٻيهي کان ڪنارو ڪري ويندو هو. حقيقت ۾ سندس آلاپ جو اثر ڏاڻن ودّيا جي دقيق ڄاڻ تي منحصر نہ هو، پر سندس ڳلي جي سُريلي مِٺاج ۽ اندر جي تماشي روحاني پرتاپ سبب.

اهڙي هردلعزيز، فقير تن، مسڪين پرور، راڳ جي صاحب جو موت ڳوليءَ سان ٿيڻ نہ کپندو هو. هن ڪڏهين بہ ڪنهن کي نہ ڏکويو. اڀاڳو آهي اهو ديش جت وحشي خبيث طاقتون اهڙو زور ٻڌجي وڃن.

ڳالهہ ائين آهي تہ آڪٽوبر جي آخر ڌاري مانجهندن ۾ پائي امرداس جي ٻهرين ورسي ٿيڻي هئي. ڪنور جو امرداس سان قرب جو رشتو هو، سو ورسيءَ تي وڃڻ جو پڪو پهہ پچايائين. سندس گهر جي ڀاتين، ٻولڙين ۽ ڳوٺ جي نواسين روڪيس. سندس ٻياڻي ماڳهين لڙڪي پيس. هڪڙي جوتشيءَ پڻ چتايس تہ ٻنهي کان ٻاهر پير ڪڍيئہ تہ خير نہ سمجهجانءِ. پر هن يار ڪي ٽولي دوست جي چڪ تي. چيائين "وعدہ خلافي نہ ڪجي. جيڪو هجي ها تہ گُس ڪُساءَ لاءِ معافي منگجي ها، پر هنڌ هو پرلوڪ ٻڌاربو آهي ۽ آئون خسيس حياتيءَ جي خوف کان ورسيءَ تي نہ وڃان، سو مڙسن مرڪ نہ آهي. ويندس، ضرور ويندس." باقي ٻولڙين کي هدايت ڪيائين تہ هن دفعي ساڻس همراہ نہ ٿين. اڪيلو اُسهڻ جي خواهش هيس، پر هو نہ مُڙيا. مانجهندن ۾ پڳت وڃڻ ماڻهن ڪافين ڳائڻ لاءِ زور ڪيس. چيائين "دوستو! اندر وارو تو ٻولي مارُو ڳاءِ. بابا شانتي ڪري ٻڌو. هي اسانجو پڇاڙيءَ جو ويلو آهي." بس پوءِ اهڙي غيبي درد مان "مارُو" ڳائڻ ۾ اچي چڙهيو جو ماڻهن زار زار روئي نيڻن مان نيسارا وهائي ڇڏيا. رات جو رسوئيءَ وٽ هٿن مان گرہ ڪري پيس. ڪائڻ ڇڏي ڏنائين. "سيتل! اسانجو داڻو پاڻي اچي پورو ٿيو اٿيئي.

-اڻ پوري، ناقص نمونا سنڌ اڳيان پيش ڪيا ويا هئا، جو ڪيس انهن ۾ عقيدو ۽ اٿڻ لاءِ ڪو قوي سبب ڪونه هو. سنڌارڪن جي رهڻي ڪرڻي ۽ اهڙي ڪار هئي جنهن مان هو جوت جهٽي سگهي. هنن جي پيٽ ۾ سنڌس حياتي آدرشي هئي، جنهن ڪري کيس شرمسار ٿيڻ جو سبب ڪونه هو.

ڪنور ڪلاونت هو. هالو چالو فونا ۽ گهٽيتي السي، جي شرڌالن جي اڻ کهڙي مغز گلن، گنڌرون، للڪن سان ٿڦي، ڪاٺ جي ٿهيل پي جان بس والکر گهڙي ڏياريءَ جي اولڙن يا راڌيڪن والڪر ناهي بهاريا آهن. خوش نصيبان ڪو معتبر فوٽو هٿ چڙهي وڃو ته سنڌس شڪل جي بيهڪ ۽ لباس جاچيو. مٿي تي زعفراني رنگ جي داڻ داڻ واري حيرولي پڳڙي، ڪن ۾ ڪنڊل، بس ٿي سفيد بي داغ ڪڙتو جوڙيءَ جي ڌوتي، پيرن ۾ گنگهرو. اک ۾ خمار، آواز ۾ لماڻائي ۽ چتي ڪونل واري چڪ ۽ لڪ، ناسون ٿڙيل ۽ چپ پولتا. سچي عمر تلڪ لڳائي، ڏڪڙ ڏمچر "قبرادن پايان آئون چمڪايان" سان ماڻهن جا من موهي مست ڪري وڌائين. پره ڦٽيءَ ويل حڌهين راس ۽ ڏيهن جاڳ ۽ لب مزان جهلي بهن ٿا لڌهن "رام سمر پرياس مبري من- رام سمر- ها رام سمر- اي رام سمر" سان شروع ڪندو هو. ماڻهن جا عنام هوندا هئا. جئن پتنگ ڪنهن دلفريب چراغ تي مستان ٿي طواف ڪندا آهن، يا گره سورج جي ارد گرد پرڪرما ڏيندا آهن، ليئن خلق خدا جي سنڌس ڪيپيدڙ، موهيندڙ آواز تي ماکيءَ جي مکين والکر اچي مڙندي هئي.

ڪنور گويو يا ڪٿڪ نه هو، حياب پٺاڻي جي ٽڪاڻي ۾ لنڊي هوندي گائن وديا سکيو، ۾ راڳ جي روح کي تازو ڪيا قديمتي موسيقي جي منجهائيندڙ ۾ پنهنجي ڪان بري هو. لع سنڌي طرز جو راڳ ڳائيندو هو. للعيون حاڙجون

يا مند موڙهه تان لمار رسيلي لهولي ڪتب آڻي، اجائي ور
ٻيڄ تان ڪنارو ڪري ويندو هو. حقيقت ۾ سندس آلاپ جو اثر
ذاتي وديا جي دقيق ڄاڻ تي منحصر نه هو، پر سندس گلي جي
سريلي ميٺاج ۽ اندر جي لماٽي روحاني پرتاپ سبب.

اهڙي هردلعزيز، فقير تن، مسڪين پرور، راڳ جي صاحب
جو موت گوليءَ سان ٿيڻ نه کپندو هو. هن ڪڏهين به ڪنهنکي
نه ڏکويو. آيا ڳو آهي اهو ديش جت وحشي خبيث طاقتون اهڙو
زور پڪڙي وڃن.

ڳالهه ائين آهي ته آڪٽوبر جي آخر ڏاري مانجهندن ۾ ڀائي
اَمرداس جي پهرين ورسي ٿيڻي هئي. ڪنور جو اَمرداس سان
قرب جو رستو هو، سو ورسيءَ تي وڃڻ جو پڪو پهه پچايائين.
سندس گهر جي ڀاتين، پولڙين ۽ ڳوٺ جي نواسين روڪيس.
سندس لياڻي ماڻهن لڙڪي پيس. هڪڙي جوتشيءَ پڻ چتايس
ته نئين تان باهر پير ڪڍيءَ ته خير نه سمجهجانءِ. پر هن يار ڪي
قولي دوست جي چڪ تي. چيائين "وعده خلافي نه ڪجي. جيڪو
هجي ها ته گُس ڪناءِ لاءِ معافي منگجي ها، پر هنٽر هو پرلوڪ
پڌاربو آهي ۽ آئون خسيس حياتيءَ جي خوف کان ورسيءَ تي نه
وڃان، سو مڙس مرڪ نه آهي. ويندس، ضرور ويندس." باقي
پولڙين کي هدايت ڪيائين ته هن دفعي ساڻس همراه نه ٿين.
اڪيلو اُسهڻ جي خواهش هيس، پر هو نه مڙيا. مانجهندن ۾ پڳت
ويل ماڻهن ڪافين ڳائڻ لاءِ زور ڪيس. چيائين "دوستو! اندروارو
تو پولي مارؤ ڳاءِ. بابا شانتي ڪري ٻڌو. هي اسانجو پڇاڙيءَ
جو ويلو آهي." بس پوءِ اهڙي غيبي درد مان "مارؤ" ڳائڻ ۾
اچي چڪيو جو ماڻهن زار زار روئي ليڙن مان نيسارا وهائي
ڇڏيا. رات جو رسوئيءَ ويل هٿن مان گره ڪري پيس. ڪائڻ
ڇڏي ڏنائين. "سيتل! اسانجو داڻو پاڻي اچي پورو ٿيو اٿيئي.

ڪوٺ ڏني آهي. ابا! سائينءَ اسانکي سياري سڌي رهيا آهن."

مائٽن کي ڏمر ڏنو ته ڪي هيءَ وارا ڪيس مارائيندا، سو سرڪار کي زور رکي سنڌس ٻچاءَ لاءِ ٻه سپاهي بندوقن وارا ولي ڏنائونس. رات جو گاڏيءَ ۾ سوار ٿيا ٻهراڙي هلڻ لڳا ٻه سپاهي بندوقن سان وٽس آيا. ڪلي ڪمڪاري هٿ جوڙ ڪري، الڪور ۽ پيڙا ڪين سمسا طور ڏنائين. گاڏيءَ ۾ ڊريءَ لڳ ٿي ويٺو ۽ همراهن کي حڪم ڪيائين ته بندوقون پاسرو رکي وڃي آرامي ٿين. رستي ۾ سڄي رات مارو ڪايائين.

ڏهن ٻجي رات جو ڪ سٽيشن تان گاڏي ڇٽي. پاسي کان بندوق جو آواز ٿيو. سڌو ڪنڌ ۾ گولي لڳيس. سدا ڪلاڪ ڪومائجي ويو ۽ مٿي ڪلاڪ اندر هيءَ واڳ سان، درد جي لماٿي جوت اکيند عيوت جي ساگر ۾ الوپ ٿي ويئي.

اُتي جي پٽ جا سادا روح هاري ڳالهه تا ڪن ته پهرڪي ۽ ماناشار ويل اسرپل ڪڪڪن جي وڃي جهولي پکڙي، ڪنڌل، ڪڙلي جهر سان، هڪ سيٺو سدا ملوڪ شخص اوچتو پرڳهٽ اچو ٿي، ۽ عامو مهلي، اکين ۾ آب آڻي التجا پيو ڪري "خدا! ڪرم ڪجانءِ. لوڪن کي ساڃهه ڏجانءِ." هائي شل خدا ڪرم ڪري! شل لوڪن کي ساڃهه ڏي!!

## ١٤. ڪوي ڪاليداس جي ناٽڪ "مالوڪا اگني متر" مان هڪ ڇهڇٽو

[ پروفيسر ڪلياڻ - بي - آڏواڻي ]

مها ڪوي ڪالداس ٽنون ناٽڪ جوين اوستا ۾ لکيو آهي. هڪ پريم وارتا کي ناٽڪ جو روپ ڏنو ائس. راجا اگني متر پهنجيءَ راڻيءَ جي هڪ داسيءَ "مالوڪا" تي موهت ٿي لو

ٻوي- مالوڪا سچ پچ آهي هڪ راجڪماري، ڀر راجا اگني متر جي محل ۾ هڪ داسيءَ جي ويس ۾ رهي پيئي آهي. راجا ڪي پريم جي وياڪلتا ويڙهي ويئي آهي ۽ هو ودوشڪ (درٻاري مسخري) سان گڏ قلواڙيءَ ۾ من کي آنند ڏيڻ لاءِ اچيٿو ته مالوڪا به اچيو اُتان نڪري.

راجا- اي پريم جا ديوتا! منهنجو نينهن وچي هڪ اهڙي پشپ سان اَڙيو آهي، جو سراسر ڪندن سان ويڙهيل آهي. ڪيڏانهن تنهنجو اهنسڪ ڪومل ڏنش، ڪيڏانهن هي دل چيريندڙ ٻاڻ! اڄ تو اِها ڳالهه پرسڌ ڪئي آهي، ته ڪومل ۽ اَسوڪيم وستو به سائگئي وقت تيز ۽ چيريندڙ ٿي ٿي سگهي.

ودوشڪ- هن پاسي راجن! هن پاسي هلو (ٻئي ڦري هلن ٿا). ڀرن ڪئي چڻ هير جي جهوٽن ۾ جهوليندڙ مکرين ۽ پڪڙين روپي آگرين دواران اوهانکي تڪڙي وڪ، وڌائڻ لاءِ اشارو پيئي ڪري.

راجا (هير جي جهوٽي تي) سچ! بسنت کهڙي نه اُدارچت ۽ اُچت ديوي آهي! متر ڏس! ديا وچان ڪٿن نه آنند ۾ مگن تيل سندر ڪوئل پکين جي مڌر آلاپن سان سارو وايو منڊل رس ڀريو ڪري ڇڏيو اٿس! انب جي سڳنڌ سان واسيل، هن ڏاکڻي هير کي ڪيئن نه ڪٽي اُڏايو اٿس ته پنهنجي، نرمل ۽ ڪومل جهوٽن سان منهنجي سرير کي سپرش ڪري منهنجي من کي شانتي ارپي، چڻ موکان پاڇوه مان پيئي پڇي "پريم جو ٻيو سهارڻ جهڙو آهي يا نه"؟

ودوشڪ- اندر هلو ته من کي شانتي مليو. (ٻئي اندر گهڙن ٿا) متر هاڻي جاچي ڏسو ته قلواڙي ڪيئن نه اوهانکي موهڻ لاءِ جوپونت ڪامنيءَ جي سينگار کي لڄائيندڙ بسنتي پشپن جو ويس ڪري تهدل تيار ٿيو بيٺي آهي!

راجا- مان هي وچتر درشيه ڏسي اچرج ۾ پئجي ويو آهيان. اشوڪ جي لال جهلڪ ڪيئن نه سندرين جي هٿيلين لسن جي لالاڻيءَ کي لڄي چڙهيو آهي! ڪرڪ گل پنهنجي سفيد، ۽ سرخ ۽ سياه وسترن سان استرين جي ڳلن جي رنگ ۽ آب کي لڄي ڪري ڇڏيو آهي! ۽ وري ٽلڪ پشپن ڪيئن نه پنهنجي پولورن روپي ڪجل جهڙن ڀورن ۽ لروڪڙين سان سندرين جي مستڪ کي لڳل ٽلڪ جي موهيندڙ نشانن جو تاب جهڪو ڪري ڇڏيو آهي! بسنت ديوي پنهنجي الوپ سندرتا لي پڌي مهاسندرين جي رنگ ۽ روپ لي مهٽي طور پئي مرڪي. (پٺي باغ جي سوبنا پيا ڏسن ۽ پريان مالوڪا پئي اچي).

راجا- هي ڇا آهي؟

ودوشڪ- مالوڪا وٽن وڃان پيئي اچي.

راجا- (خوشيءَ مان) هاڻ ڏٺو مانس. پنهنجي پريما کي ويجهو ڏسي منهنجي اداس هردي کي هڪ اڻڀو نه آنند اچي ويو آهي، جهڙو جڏهن ڪنهن اڃايل مسافر کي ڪنهن وڻڪار وچان وهندڙ نديءَ جي اوچل چل جي سريلي گنجار ٻڌڻ ڪري پرايت ٿئي. جيئن منهنجي هردي ۾ جيڪا هڪ نئين هلاس اچي پروش ڪئو آهي. وري ڏيکاريم نه ديوي ڪٿي آهي.

ودوشڪ- اجها سامهون وٽن مان پيئي نڪري.

راجا- اچها منهنجي جيون! ڪهڙي نه سندر ڪايا! چيلهه سوڪس، لسڻ ڪامڻ پيا! چڪست لبني ڪرشودري! پنهنجي سفيد ڳل ۽ اڏورن مٺن سان جوءِ انس پئي لڳي جڻ ڪندول پنهنجن جن پادن پشپن ۽ بسنت جي اچڻ کان اڳ زرد ٿي ويل ڇٽيل ڀرسان لڳندي آهي.

مالوڪا- اڄو هي پشپ رتن ۽ آس جا لهوڙيل اشوڪ جو حال ۽ مون پريم جي مارني جهڙو ٿيو آهي.

- پڌو ڇا ڇپالين؟

راجا- رگھوايترو ٻڌڻ سان مان ڪيئن پنهنجي من کي آٿت ڏيان!
هي پاٽسان ڪريڪ جي پشپن جو ٻور ڪٽي ايندڙ مليه پهاڙ جي
هير نازڪ مڪرين جا مڪڙا ڪوليندي ۽ ماڪ جا نرمل ڦڙا اڏائيندي
نچاٽا ڇو منهنجي هردي ۾ هڪ انوکي آنند مانند اچي اُٿاري آهي!

(مالوڪا وڻ جي ڇايا ۾ هڪ پٿر تي وهي ٿي).

راجا- متر اچ ته هن وَل پنيان لڪي ويهون.

ودوشڪ- الائي ڇو منهنجي دل پيئي چوي ته اراولي آئي کي آئي.

راجا- هڪوارِي ڪنول کي ڏسي، ڪڏهين هاٿيءَ به سامهون وينل واگهوءَ ڏانهن منهن ورائي نهاريو آهي؟

(مٿين ڇهڻي مان پرسد ٿيندو ته ٻراچين سنسڪرت ڪويءَ پرڪرتيءَ جي سونهن جو ورنن ڪندي ڪيئن نه نرالن نرالن پشپن، ولين ۽ وڻن جي مهما اُچاريندا هئا. گڏوگڏ انساني سندرتا ۽ پريم جي ويچارن جو روپ به دل لڀائيندڙ پرڪار ۾ چٽيندا ويندا هئا.)

---

## ۱۴. هڪ آتمڪ ستارو

## ساڌو واسواڻي

[ پرنسيپال روچيرام گنگارام سڌاڻي ]

سونهاريءَ سنڌ ۾ به ڪيئي آتمڪ ستارا اوڀر ڪان اُڀري اولهه ڏي اُلهي ويا، پر فلڪ تي ڪڙيل ستارن ۾ ساڌو واسواڻيءَ جي هستي وڏو درجو ٿي رکي. منهنجو ساٿس ۱۹۰۹ع ۾ مڪاميلو ٿيو، جڏهين هو ڊي- جي- سنڌ ڪاليج ۾ انگريزيءَ جو پروفيسر هو. ڇا سندس علميت ۽ ڇا سندس قابليت! جيڪڏهين ڪو به اهڙو ڪم هو جنهن لاءِ گهر ۾ جاکوڙ ڪرڻي نه پوي ته اُهو هو ساڌو واسواڻيءَ جو سمجهايل. اسانکي سڪات ڪويءَ جي ڪوتا "روڪجي"

پاڙهيندو هو؛ بس ڪانه ڳالهه ڪانه ڇڏيندو هو جنهن بابت من ۾
ڪو شڪ رهي. اهڙو پروفيسر سنڌ ۾ ڇڏيو، هند ۾ ڇڏيو، پر
ڪٿي به ڪو ڇڏو هوندو.

شروعات کان سنڌس دل جو لاڙو مالڪ ڏانهن هو. تن ڏينهن
۾ پنهنجو آشرم کوليو هئائين جنهن ۾ هر روز پوڄا پاٺ ٿيندو هو.
رفته رفته سنڌس من کي آتمڪ چوٽ لڳندي ويئي، تانجو ڪنهن
مهل وڏي پگهار واري جاءِ ڇڏي اچي آتما جي اُنتيءَ وارين ڳالهين
۾ پيو.

حيدرآباد ۾ ڪجهه وقت هو جنهن آشرم سان گڏ هڪ سڪول
به کولائين، جنهنجو نالو هو ميران سڪول. اهو سڪول هاڻ پولي
۾ پيو هلي. ساڌو واسواڻيءَ جي رهڻي ڪهڻي سنڌ جي ماڻهن،
خاص ڪري پڙهيل ماڻهن، تي وڏو اثر وڌو آهي ۽ هي صاحب
سچ پچ ويراڳ ورتي ڌاري ماڻهن جي جوڙڻ سڌارڻ ۽ اُنهن جي
آتمڪ اُنتي ڪرڻ کي لڳي ويو آهي.

سنڌس رهڻي بلڪل سادي آهي ۽ خيال بلڪل اوچا. عمر
۾ مان پالباٽو ته ستر کان باهر هوندو پر اجا به گهمڻ ڦرڻ ويندو
آهي الله ته هڏ سهي نه وڃن. اجا به ڌارمڪ وياکيان ڏيندو ٿو
رهي، جن مان خبر ٿي پوي ته هي شخص وديا ساگر آهي.

سنڌس گيتا ڪلاس مان جو ماڻهن کي فيض رسندو ۽ مزو
ايندو آهي تنهنجي ساک ڏسڻ وٽان پڌڻ جي لائق آهي. وياکيان
ڏيڻ مهل ساڌو واسواڻي جڻ پنهنجي وياکيان سان هڪ ٿي ٿو وڃي
۽ پڌندڙن کي آلي، آنند ٿو اچي.

هوڏانهن ۱۹۰۹ع هيڏانهن ۱۹۴۹ع، برابر چاليهن سالن کان پوءِ
وري به ساڌس مڪاميلو ٿيو؛ ته سنڌ ۾ پر بمبئيءَ ۾ مرلي ڌرانيو
جي ڪشادي رستي لي. سنڌس پاٺبو جشن جنهن ڪي پنهنجي
لڳ سان رنگي ڇڏيو اٿس سو سڌائين ساڻ هوندو اٿس. پر

پير ۾ پائي جو پٽي آيو تہ ٻون ٻہ ٻيمچ تان اُتي سندس آجيا
ڪٽي، سيني سان ھٿ جوڙي گڏجي. نمرتا جو تہ اصل ڪا
پتلو آهي. سندس منهن ۾ نھارڻ سان ئي من جي سيتلتا تي معلو
ڪجي. ڳالهائڻ سندس مٺو، پيارو، پريو، هرڪنهن سان ائين
ڳالهائيندو جڻ ڪو ويجهو مائٽ اٿس. ڪڏهين ٻہ ان شخص کي
ٻون ڪاليج ۾ ڪاوڙبو ڪونہ ڏٺو.

اهڙا مهاپرش جدا تا اچن ۽ ڪيترو ئي وقت لڪل لالن وانگر تا
رهن. سڀڪجهہ مالڪ جي اختيار آهي. هوئي آهي جو هرڪنهن
مان ڪم ٻيو ڪيدي. پوري وقت تي پنهنجن پيارن کي پاڻ ڏانهن
سوري منجهائڻ آهو ڪم تو ڪيدي جنهن مان گهڻن کي فيض
تو رسي.

شل ايشور کيس تندرستي بخشي ۽ ٻل ڏئي جو اجا ٻہ
وڏيڪ ڪجهہ ڪري سگهي!

---

## ١٦. سروهڻي انسان (گوتم ٻڌ)

[پروفيسر لالسنگهہ هزاريسنگهہ اجواڻي]

ٻين قومن کي فخر آهي ڌن جو ۽ فن جو، هنر جو ۽ واپار جو،
هوشياريءَ جو ۽ ڪاريگريءَ جو، حڪومت جو ۽ سلطنت جو،
۽ سڀ کان وڏيڪ توب ۽ تلوار جو. ڊيبل پارت، نربل پارت اها
هام هڻندو هئي. پارت جي دعوي اها نہ آهي تہ هن، يونان وانگيان،
سونهن جي سڪ جي سرڪي سنسار کي پياري؛ يا روم وانگيان
قاعدن ۽ سڙڪن جي رستي اڌ دنيا کي پنهنجو ماتحت بڻايو؛ يا
انگلستان وانگيان، وگيان ۽ واپار وسيلي چڪرورتي راڄ هٿ ڪيو
جنهن تان سورج اُست نہ ٿئي، يا عربن ۽ ترڪن وانگيان، شمشير
جي شعاع سان جڳت کي ڏڪايو؛ يا اميريڪا وانگيان دنيا جو ڌن
گڏ ڪري مزور کي ٻہ موڙ ۽ محلات جي موج وڻائي.

الين نہ آهي نہ ڪنهن سمي پارت، سولهن ۽ ڏن، گسان ۽ وگيان، ڏلڏي ۽ هنر ڪري لوڪن ۾ پرسڌ نہ هو. اهڙن اوچن جون نسانيون ۽ يادگار اڄ نہ ڏورالهن دبس ۾ موجود آهن. مصر ۽ بئبلان، جاوا ۽ ٻاليءَ جا ٻيٽ، مُيڪسيڪو ۽ الاسڪا پارت جي آڳاٽي شان جا شاهد آهن. پر پارت جي اڪ الهن ناسولت پداڙن ۾ نٽي پڏي. پارت غرور نہ ڪري نہ ٻين کي هساڻي ۽ ڪهڙن هن پنهنجو گهر پٽيو ۽ ٻين جا هڳا ڏاهي، هن پنهنجو گهر سانو ڪيو. پارت کي حڪومت يا سلطنت جي لوڙ نہ رهي آهي. پارت جو شبوہ نہ آهي ٻين جي جان ۽ عزت لئي هٿ ڦيري پنهنجو مان ۽ مرتبو وڌائڻ. الهيءَ ڪري پارت گهڻو ڪري ٻين سڀني ديسن کان نرالو آهي.

پارت کي فخر آهي الدرنبن گيان جو، نہ ٻاهرين وستن جو. پارت کي فخر آهي ڏيڻ جو ۽ نہ وٺڻ جو. پارت کي فخر آهي مهمانوازيءَ جو، نہ دربور جو. پارت کي فخر آهي پالڻ جو ۽ نہ مارڻ جو، گئوءَ جو، نہ شنهن جو. پارت کي فخر آهي وبدن جو، نہ لوبن جو. پارت کي فخر آهي تپاڳ جو ۽ ويراڳ جو، نہ پوڳ- روڳي روڳ جو. پارت کي فخر آهي نہ سرشتيءَ جي راڄ جو، پر اندرينءَ درشتيءَ جو. پارت جو فخر آهي مڪتيءَ جي منتر ڦيلائڻ جو ۽ آتمڪ اُنتيءَ جي سکيا جو.

ٻہ اڍائي هزار ورهيہ اڳي پارت جي عاليشان سلطنت جو ۽ سڪو دنيا ۾ هلندو، پر اها سلطنت ماڻهن جي دلين تي هئي، ۽ نہ دلن اڳاڙڻ ۽ نٽڻ لاءِ. دنيا جي لوارخ ۾ فقط ٻہ نڪشن جي دعوٰي آهي تہ سندس ڏور ۽ سندر سيتا ڪنهن بہ زور ۽ جبر ۽ خولريزيءَ کان سواءِ سڄي دنيا جي هڪ ڪنڊ کان ٻيءَ ڪنڊ تائين پکڙيا. شب چنتڻ، شب ٻولڻ ۽ شب هلڻ جو ناد، ريشن ۽ سمندرن پار گونججي اٿيو ۽ وسيوا ۽ وشنا سان ٻير آدم ذات لاءِ نواڻ ٻڌ حيو آسرو ٿيو. جن ڪي ديوتائن جي، ڪي شيطان جي اوت ۾، پنهنجا ٻست

پري ۽ ڄاوا ڪري، جيون جنتن جا سر تي ڪپيا ۽ بليون چڙهايون،
۽ رشوت ۽ باطل پرستيءَ جي سيڙهيءَ تي چڙهي تي سرڳ جا
سپنا لڌا، تن جا ڪپاٽ کلي پيا ته اِتي ڪرِ اِتي اوڙ کان ڪا به
طاقت لٽي بچائي سگهي. ٻين کي ايذاءُ رسائڻ معنيٰ پنهنجو
گلو ڪٽڻ، ٻين جي شيوا معنيٰ پنهنجي شڪتي ۽ پنهنجي مڪتي،
اهو سبق ٻهرين پيرو ٻڌ جي سکن سيکاريو. ويڙه جا شستر
ڦٽا ڪري ماڻهو مريضن ۽ دردين جي پرگهور ۾ لڳي ويا، ۽
شانتي، جنهن لاءِ اڄ سنسار ترڪي رهيو آهي، تنهن شانتي اَستر
۽ ترشنا کان خالي هردن ۾ واس ڪري سنسار کي سرڳ کان سرس
۽ وڏيڪ سندر بڻايو. تواريخي زماني ۾ فقط هڪ ئي سمو ياد آهي
جڏهين نڪي چوري ۽ ڦرلٽ رهي، نه ڪپٽ ۽ رياءُ رهيا، نه
پکين ۽ جانورن جو شڪار ٿيو، جڏهين زناءُ ۽ ويڀچار جي بازار بند
رهي ۽ گيان ۽ ڌرم جو چشمو جاري رهيو. اها بادشاهت هئي
گوتم ٻڌ جي. اهو زمانو هو ٻڌ جو، جنهنجي پيروين ۽ ڀڪشن
سندس آزاديءَ ۽ مڪتيءَ جو سنديش، چين ۽ جپان، ترڪستان ۽
فلسطين ۾ پهچايو، ۽ جنهنجي نالي جو جاپ اڄ به دنيا جي گهٽ ۾
گهٽ ٽين پتي ڪري رهي آهي.

تواريخي زماني ۾ جي ڀارت کي ڪو فخر آهي ته آهي گوتم
جي شخصيت تي، انهيءَ پهتل ۽ اوچ آتما تي، جنهن کي انسان
ذات جو سرومڻي ڪوٺڻ ئي واجب آهي. پليل ڀارت پنهنجو
سڀ کان وڏيڪ قيمتي مڻيو ٻين جي اَرپڻ ڪري ڇڏيو، ۽
چين ۽ سيام ۽ جاپان ۾ ٻڌ ڌرم جو واسو ٿيو. پر گوتم وري به
اسانجو ئي آهي نه؟ ڇاهي جي پاپي پروهتن ۽ ڀڪين برهمڻن ٻڌ
جو نالو اَوتارن ۾ وجهي سندس سنديش کي ڦٽو ڪري ڇڏيو ۽
سڪڻو نالو اُچارڻ لڳا؟ اسان وڃايو انهن ٻين لڌو. هيئنر به جي
ڀارت ڀومي ٻين ديسن لاءِ پوتر آهي، تيرٿ اَستان آهي ته

ساک مٿي گوتم ٻڌ جي ڪري، جنهنجو نالو سڌارٿ جڳت جي پيهاڙي ۽ لوڪن پڻ ٻڌو. ڪارلائيل هڪ ڀيري سوال ڪيو هو ته ڪهڙي، جيز آهي اُلهه جا حڪم انگلستان قائم نه ڇڏي، جنهن جو انگريزن کي گهٽي ۾ گهٽو فخر آهي. جواب ملي ٿو ته ڀارت جو قبضو، جنهن ڀارت جي ڪري انگلستان ترڪ آهي ۽ مالامال آهي. ڪارلائل جو ٿه ته. ڀارت اڄ نه سڀان انگلستان کان ويندو، ليڪن انگريزن جو مهان شاعر، شيڪسپيئر، ڪالهه ڪڏهن ڪين ڪسجي سگهندو، ڪالهه ڪڏهن ڪين ويندو. انگلستان جو ناز آهي شيڪسپيئر تي، جو ٿي انگريزن جي دلين جو ٻي تاج بادشاهه وڏو سردار آهي. ڀارت جو جي اُلهه هيرو آهي، فخر ۽ ناز جو باعث آهي، ته آهي گوتم ٻڌ، جنهنکي سر ايڊون آرنولڊ ”يورپ جوتي“ يا ”مشرق جو نُور“ سڏيو آهي، ٻر جو سچ پچ سنسار جي جوتي، ڪُل دنيا جو نُور آهي، جنهنجي سنديش مان چوٽيتا نه خود عيسيٰ فيض پاتو ۽ جنهنجي سنديش مان حاصل ڪري هڪ مهاتما ”اهنسا“ جو شمشير، تڪل ۽ آزارل ۽ دکي دنيا کي ٻڌائي جڪو آهي! اهڙي جڳجڳ ۽ جوتي دنيا کي ڪيئي ته ٻڌ جي شرن وٺي ٻڌ جي ڌرم جو جهلو وٺي، ٻڌ جي سنگهه يا منڊلي ۽ جي واهر وٺي.

ٻڌم شرڻم ڳڇامي،
ڌمم شرڻم ڳڇامي،
سنگهم شرڻم ڳڇامي.

---

## ١٧. حقيقت افساني کان وچتر

[ لعلچند امرڏنومل جڳتياڻي ]

ٿورڙا ڏڪ گهٽ پنجاهه ورهيه ٿيا. سنڌ پڌرو ڊاڪٽر هوتچند مولچند گربخشاڻي، ان وقت ديوان ننڪداس جو هڪڙوٽي

جو ڊولو ڪٺي ٿي اچي. اهڙيءَ مان ٻه ٻي ڪٿي ڪهڙي هولو ڪي ڏني لو نه پٽ ڪاٽ.

حسن، ديوان لياڻيءَ جي اثا ڳالهه ٻڌي، لوري و امر لاءِ گهر کان ٻاهر نڪتو. پاڻ پلڪ ۾ گهر پهوتي ته ڏسي ته سچ پچ علي بخش داٻو، ڪاري لوڙهي هٽ ۾، ڏيٺيءَ ۾ پٺ ڪري ٽيڪ ڏيو ويٺو آهي. پوءِ ته جيئن هيئي اڳي سمجهي ۾ ڏٺو هو، سب ڪارروائي، عين بين، اٿين ئي ٿيي گذري. ”هولو“ به داروغيءَ ٽڪ پٽو ۽ حاوي ٿي ڪاڏو ته لوٺو ٿي پيو!

* * *

۱۸۹۰ع ۾ حيدرآباد ۾ حيدرآباد جي پسگردائيءَ ۾ اچي اهڙي بيٺي. ڊاڪٽر صاحب جو پٽا ديوان مولچند ٿندي محمد خان ۾ سرڪاري ملازم هئي. ٿن ڏينهن ٿندي ٻڙڻ شهرن ۾ ٿار ڪاڻ هولدي هئي.

هڪ ڏينهن، سمجهيا جن، ٿندي محمد خان مان قاصد ديوان وڏي وٽ ٽاٻو ڪٺي آيو ته منشي مولچند کي ئي آهي اهڙي، علاج ڪريون ٻيا، پر......

ديوان ٽڪسداس کي ڇاليءَ اچڻي ڇڪلي هئي. سندس وڏو پٽ ۽ لياڻي ناز گذر ڪري ويا هئا. جيءَ جا حسر ٻڌائين ته مٽس کي مالڪائي ولي ويئي.

ريل به ته اهڙيءَ پاسي اهڙيءَ زماني هئي ڪاڻ. وهٽن ٿي وڃڻو پوندو هو.

ديوان وڏي، انسنو ڪيو ته اٺ ايرٽي جو اٺ ٿيي سوار ٿي اوڏاهن وڃڻ.

لينهن وچهر سوچبائين ته چوله وچي علي بخش داٻي ڪسي ڪيان؟ امير شاهي گهٽيءَ ۾ ڏنائينس، ٻيا ٽاٽا ٽڪاٽا، پر علي بخش جو پٽو ٿدارو.

ٿيو، هيءَ صبح جو سوير، اٺ تي سوار، نندي محمد خان ڏانهن وڃي پيو ته هڪل ٿيس: او لٽڻ سڪ! مولو اوٺو اٿيئي. مان هيٺڙ تو وٽاس اچان. وڃ وڃ، وڃي مليس.

ديوان کي يقين هو ته هن مجذوبيءَ جي ڳالهه ”منديءَ تي نڪ“، سو وڃي پيٽ ۾ ساهه پيس؛ ۽ نندي محمد خان پهتو ته ڏسي ته مولچند برابر لوٺيو وينو آهي.

مولچند ڳالهه ڪيس: بابا، علي بخش اڄ صبوح جو هتي هو. ديوان چيس: علي بخش مولڪي ته صبوح جو حيدرآباد جي ولهجهي چڪ ۾ ڏٺو. مولچند ٻڌايس: بابا هتي مون وٽ آيو، هترو گهمائي چيائينم: مولا، اٿ، تون چڱو ڀلو آهين، ۽ ٻاڻ سان ڪمند جو آندو هٿائين سو ڏنائينم ته کاءُ. چوڻا ڪمند جا ڏسو اجا پٽ ۾ پيا آهن!

* * *

. ڊاڪٽر گربخشاڻي ڳالهه ٿو ڪري ته بابي وڏي وٽ ٻه ڏهاڙي، چوٿين ڏهاڙي، اوس ايندو هو. ديوان لڇمنداس هن دنيا فانيءَ مان لاڏاڻو ڪري، تنهن کان اڳ ڪيترا ڏهاڙا سالده فقير وٽس آيو ٿي ڪو. ديوان ٽٽان پٽان ڪوله پيو. ۾ اُپ اکين ڏٺو ٻڌي. اولاد گهريو ٿي ته پير مرد ڪجهه مدت جالي ته چڱو. سي وڃي علي بخش دائي کي لڳا. الهيءَ ٻريان ٿي هُڏي ڏيئي تڙي ڪڍين. چي اساڄو دوست هن دنيا ۾ آهي ڪٿي؟ شيءِ جنجي هٿي تن کي وڃي ملي! انهيءَ ٿي ڏهاڙي ديوان ساسين سڪالو ٿيو. ٻر سِر جيڪي ويا تن چا ڏٺو ته علي بخش اڳيئي مساڻي ۾ وينو آهي. مساڻيءَ ٻڌاين ته فقير چٽين ٻجي کان وٺي اچي هتي وينو آهي. چي پڇو مانس: فقير ڪهڙي ڪم آيا آهيو؟ ورندي واريائين: اسانجو دوست تو هن گهڙيءَ اچي؛ انهيءَ جي استقبال لاءِ آيا آهيون!

واه ڙي علي بخش دادا! تنهنجون ڳالهيون سدائين ڀيون ڳائينديون!

---

## ١٨. هندي پراچين سڀيتا - اسانجي ميراث

[ڪماري گل ڪالسنگ لالا]

جيڪي اڄ فقط روايتون ڪري ليکيو ويندو هو سو هاڻ وڄندڙائي ۽ ڀرتي ثابتين سان سچو مڃيو لائق بڻيو آهي. اڄ ڏنو هو ته هند جي سڀيتا بلڪل پراڻي آهي، پر ڪيتري ڪهڙي تنهنجي پوري ۽ طرح پڪ نه هئي. هندي سڀيتا جي پراچينتا فقط ساهتڪ اشارن تي ليکي ٿي ويئي. پر هاڻ تازو جيڪي ثابتيون هٿ آيون آهن، سي تحقيق ٿيون تنهولي پر سائنٽفڪ پرمانن جي تائيد ٿيون ڪن. هاڻ اوچ ڳالهه ۽ بي ڏرڪ ساک پري سگهجي ٿي ته ڀارت ورش جي سڀيتا، ڪهڙي لوڙي اوسراڻ يا پرڪاش جي خيال کان دنيا جي بلڪل قديم تهذيب سان ڪلهو ٿي هڻي. اڄ جو دنيا جي تواريخ پر مصر ۽ عراق تهذيبن جي احاطا کان اڳواڻي ۽ جو شرف ماڻي رهيا هئا سو هاڻ ڀارت ساڻن ولهڻ جو حقدار ٺهيو آهي. اهي گهرايل جتيون ثابتيون گڏ ڪيل پنجويهن سالن ۾ سرڪاري کوٽائي ڪائي وارن جي سرچوشي ۽ سان هٿ ڪري ويون آهن. هندي وستوون جيڪا ملڪ جي اتهاس تي روشني وجهڻ لاءِ پيون. قوله ڪئي تنهن مان پڪ ٿي آهي ته اسانجو ملڪ مصر ۽ عراق جيترو آڳاٽو ۽ سڌريل ملڪ آهي. انهي ۽ ڏس ۾ سنڌو ۽ جي وادي ۽ ۾ جيڪي آڳاٽا آسنان کوٽايا ويا آهن سي بلڪل ڪارائتا ثيا آهن. اتڙا گهٽ ۾ گهٽ سنت شهر پٽيا هيا آهن، جي ظاهر ٿا ڪن ته ڀارت ديش ۾ گهٽ ۾ گهٽ پنج هزار ورهيه اڳ ماڻهن اها سڀيتا پرڪاش ڪئي جنهن هاڻ جي سڌريل پر وڃهي چڙهيو آهي ته ماڻهو ايڏو اڳ ايترو اوچ

ڪٿي اُسري سگهيا هئا! انهن مڙني مانجهاندن ۾ موهن جو دڙو
سڀني کان وڌيڪ ڪارگر ثابت ٿيو آهي. هن ڪشادي ۽ پکڙيل
ٽڪاڻي مان جيڪي شيون هٿ آيون آهن، سي انسان جي وچتر
حياتيءَ جي هر پهلوءَ تي روشني ٿيون وجهن- موهن جو دڙو سنڌ
جي لاڙڪاڻي ضلعي ۾ لب دريا تعلقي جي اُتر ۾ آهي. هن دڙي
تي کوٽائي کاتي وارن جي پهرين ۱۹۱۳ ۾ نظر چڙهي، پر پين
مشغولين سبب ۱۹۲۰ توڻي ڪوبه ڪم ٿيل ڪين نڪتو. انهيءَ سال
ٿوري کوٽائي، ڪري ثابتين ملڻ تي دڙي کي سرڪاري حفاظت
هيٺ قديم آثار ڪيو ويو. پر ۱۹۲۲ کان پوءِ ئي کوٽائيءَ جو ڪم زور
شور سان شروع ٿيو، جنهن مان پارت جي پهرين ۽ اوچي سڀيتا جو
پرڪاش ٿيو، انهيءَ تهذيب کي ڄاڻڻ سڃاڻڻ هرڪنهن هندواسي
جو فرض آهي.

موهن جو دڙو، پنهنجي اوج وقت سنڌوءَ جي ڪنڌي تي
پڌل هو. شهر ميلن ۾ اَڏيل هو ۽ وري اهڙي سول تي پينل هو
جو وسيل ۽ آباد رهي ۽ منجهس رهندڙ آدم هميشه سکيو ۽ ستابو.
موهن جي دڙي جي، سنڌس موجي جيون جي لحظي ۾، پنج
هزار ورهيه اڳ، ڪريٽ، مصر، عراق ۽ اوير وارن ڏورانهن ڏيهن
سان لڏه وچڙ ۽ واپاري ناتا ۽ گهاٽا سڀيڪ سنبنڌ هئا؛ جن جي زور
تي ئي هند جي سڀيتڪ پراچينتا پيهاري ويٺي آهي. موهن جي
دڙي جو پهريون ئي دورو ختم ڪرڻ سان جا خاص ڳالهه دل تي
چهٽيو پوي، سا اِها ته ماڻهن حياتيءَ جو مزو ماڻڻ انهيءَ ڪهني
زماني ۾ سکي چڪا هئا. سکي جيوت جو پورو پربند ته ڪو
ڪانئن ڇڻ سکي. دنيوي ڪرتبن جي هر ڪرت کان هو پليءَ پيت
واقف ٿي چڪا هئا. ذوق شوق سان ڏيهن نباهڻ جي هو طرز
ٽاڻي چڪا هئا. سندن رهڻ جا ماڳ هوادار ۽ ڪشادا، رهندڙ
رتا تي اَڏيل هئا، جن ۾ هاڻوڪي زماني جا سک سهنج گهڻي ڀاڳي

سڀ منتشر ڪيا ويا هئا. گهر ۽ جايون پڪسريون، منجهن ڪمرا ۽ ڪوٺيون اڱڻ چوگرد سوڌيءَ رٿ پوري ڊگهه ۾ ٺهيل، پاڻيءَ جي آمد ۽ گند جي نيڪال لاءِ زير زمين آبيون، وغيره، سڀ حاضر هيون، جن گهر جا پاڻي نه اهڙي وقت نبيري سگهن. نه فقط گهر ڪنهن مقرر مقدار تي ٺهيل هئا، پر سارو شهر ڪنهن اهڙي سمجهوَ رٿا تي ٺهيل هو، جو هند جا هاڻوڪا شهر انکي ڏسي وشڪ کائين. شهر سڌن ۽ ڪشادن رستن سان جهنجهو ۽ جاءِ بيو آهي جن جي پاسن تي سڌائيءَ ۾ عمارتون اڏيون ويون آهن. رستا اُتر کان ڏکڻ ۽ اوڀر کان اولهه ڏي، لڳندڙ هوائن جي طرفن جي مد نظر ڏهن تا، جنهڪري شهر جو واءُ منڊل هر وقت صاف رهندو هوندو. پاڻيءَ جو به پورو بندوبست رکيل هو. شاهوڪارن کي پنهنجي گهرن ۾ کوه کٽايل هوندا هئا جن جو فالدو نه ڪنهن اهنج جي پاڙيسري به وٺي سگهندا هئا. تنهن هوندي به عام ماڻهن جي سهنج لاءِ مقرر هنڌن تي کوهون کوٽايل هيون، جن لاڳيتو وارن جي وسرام لاءِ سنج نيهارايل هئا. شهر کي گند جي نيڪال لاءِ به پورو پربند هو. زير زمين ناليون جو سرشتو جو موهن جي دڙي لو اهي سو پنڇم جي اوڻوهين صديءَ لوڻي بهترين سرشتي کي نه شيهه ڏيو وجي. هر گهر ۽ گهٽيءَ هيٺ آبيون کٽايل هيون؛ جن جي وقت سر صفائيءَ جو نه بندوبست رکيل هو ۽ مقرر جاين تي گند-دان رکيل هئا. جن ذريعي شهر جي غليظائيءَ جو بنا هٽڪ نيڪال ٿيندو هو؛ جيئن شهر جي صحت هميشه سڌريل-نيڪ-رهي. جيتوڻيڪ شهر جو انتظام سخت هو؛ تہ نه ماڻهن پرمتطمن ۽ سندن ڪارگذاري پي مان ماڻهن جي "شهري شناخت" جي

ڄاڻ پوي ٿي جا اسانکي به البت لڳاتار ٿي ڪري، سنڌوءَ جي واديءَ ۾ پنجاهه صديون اڳ ماڻهو سکيا ستابا، سکين اُجهن ۾ رهندڙ، جيوت جي موج مستي ماڻڻ ۾ مشغول هئا.

انهيءَ موج مستيءَ جي پروڙ ماڻهن جي هار سينگار ۽ ٺاهه ٺوهه مان پڪيءَ ريت پوي ٿي. انهيءَ زماني ۾ ڏوتين، شالن ۽ ساڙهين اوڍڻ جو رواج هو، جن تي نُور نچويل ڀرت ڀريل هوندا هئا. ماڻهن ۾ ڳهڻ ڳٺن ورتائڻ جو خاص شوق هو. وچتر وستوئن مان جوڙيل هٿ آيل مٽيا ڏيکارين ٿا ته شاهوڪار توڙي غريب سڀ زيور ضرور واپرائيندا هئا. هٿ آيل ڳهڻا نه فقط سونهن ۾ سرس آهن پر منجهائن ٺاهيندڙن جي ڪاريگري ۽ جهالو لياقت ڪافي ظاهر ٿي ٿئي. تنهنڪانسواءِ انهيءَ زماني ۾ ماڻهن ۾ تيل قليل، سينڌ سرما ۽ ڳل ڦل ڪم آڻڻ جو شونق به چٽيءَ طرح نظر ٿو اچي.

سکيءَ جيوت واسطي ڪجهه سمر گهرجي، جنهن جي پورائيءَ لاءِ ڀڻ ڀارت جي ماڻهن پنج هزار ورهيه اڳ خاطرخواهه طرز اختيار ڪئي هئي. خوش آجيوڪا خاطر هندي ڀاين پاڻ چڱو پتوڙي اُهي هنر ۽ ڪاريگريون اڏيون، جي بنا شڪ شبهه جي سنڌن دل گهُري اُدرپورنا لاءِ ڪارگر ٿيون. ڪيتي بنيءَ جي ڪرت ۾ ماڻهو پڙ ٿي چڪا هئا ۽ تنهنڪانسواءِ ڪپڙي ناهڻ، زيور جڙڻ، ٺامي ۽ ڀين ڏاتن مان شيون جوڙڻ، تور جا وٽ بنائڻ، ڏاتا مٽڪا منبڻ، ٺڪر جا ٿانو ٺاهڻ، ڏاتو سوڌڻ ۽ ساڌڻ ۽ ڀين وچتر واهن ۽ دستڪارين ۾ ماڻهو جوڳي مهارت حاصل ڪري چڪا هئا، جنهن ڪري وٽن سنڌن گهرج ڪان گهٽيون وڌيڪ وستو ميسر هيون، جن ذريعي هو ٻاهرين ڏيساورن سان وڻج واپار ڪري سٺيا ساوا ٿيا. وڻجارن مان ماڻهن کي نه فقط واپاري فائدي جو فيض هو، پر اُن مان خيالن، هنرن ۽ رسمن جي مٽاسٽا سبب سيٽڪ سک پڻ ڪجهه هو. تنهنڪان سواءِ طب جو به ماڻهن کي مهاورو هو، جنهنڪري بيماري بريءَ ۾ پنهنجو بچاءُ ڪري ٿي سگهيا.

پر انهيءَ مان اهو انومان ڪڍڻ ته ڀارت جا رهواسي رڳو وگيان ۽ واپار ۾ رڌا رهيا ۽ گيان ڏي حوصلو ڪين ڏنائون سو اڻواجب ۽ اڻ سهائيندڙ ٿيندو. حقيقت ۾ هن دنيا ۾ سکي رهڻ لاءِ سخت پاڻ پتوڙڻو هو ته جي ان الاهون ته ته، گهٽ ۾ گهٽ اولڙي ته ضرور هجي. موت جي قيدي جي قولهه ۾ ڪوشش ورتي هئي. آتما ۽ پرم آتما، ايشور ۽ انسان جي سنبنڌ کي سمجهڻ لاءِ پارلواسين ڪافي جاکوڙ ڪئي. هو انهيءَ راهه تي پيڙل هئا ته سرشٽيءَ جو ڪرتا هڪ ئي آهي جنهن جي اُستتي ڪرڻ گهرجي. انهيءَ ايشور-وستو کي پارلواسين شو مهراج جو جامو پهرايو، جنهن سبب ئي موهن جي دڙي مان ڪيترا اهڙيون مهرون هٿ آيون آهن، جن ۾ شو مهراج جهڙو ديوتا اُڪريل آهي. ترسٽ ۾ تواچي ته ان ويل لوڪ جو سڳو واهپو هو. ماڻهن جو پيءُ دنيا ۾ پڪو وشواس هو. هو ڪي قدر ڀرمي وهمي پڻ هئا.

نوري ۾ جنجي ته اسانجي پراچين سڀيتا ماڻهن اڳيان جيون جو هڪ اوچ آدرش رکيو، جنهن ۾ دنيوي دولت شوڪت جو مدار آتمڪ موج مستيءَ سان گهرو رل ڄهل مِل هو. موج ۽ سهڻي جو مدار محنت تي منحصر ڪيو ويو هو ۽ آتمڪ آدر پورنا لاءِ ڪوشش، پيت پالڻ ۽ دنيوي دل پهلائڻ جهڙي ئي لازم ۽ ضروري سمجهي ويئي. سمجهي ويئي هئي. دنيوي سک ۽ آتمڪ سرگس ۽ سمبدائي پيٺر ڪري نهارڻون ويون جنهن ڪري انهيءَ ويل جيوت جيئڻ يا گهارڻ لائق هئي. ماڻهن ۾ فرض شناسيءَ جو انگ گهر ڪري چڪو هو، جنهن ملڪ جي امن جي پليرائي اوڀهي پهي چڪي هئي ۽ ڌارمڪ اوڄهه اپهائن لائون، جنهن سبب سنڌو جي وسيع واديءَ ۾ جيوت مرڪي رهي هئي.

# ١٩. مومل راڻي ناٽڪ جو پهريون پاڱو

[پروفيسر رام پنجواڻي]

[همير سومرو ۽ سندس ٽي ڪن وزير ڏونر پٺيءَ، سيهرو ڌماچاڻي ۽ راڻو ميندرو هڪ بيابان مان پيا لنگهن. اُڃايل آهن.]

همير- ڪٿي رهيو اسانجو اُمرڪوٽ ۽ ڪٿي رهيو هي بيابان. راجا نند جي حڪمرانيءَ ۾ اچي نڪتا آهيون. وڪ ڪٺو ته هلي هن ويساهيءَ ۾ پهچون. پياس به پياس لڳي آهي.

راڻو- نيڪ آهي اَن داتا. ڏينهن به تپي ويو آهي. هلو ته هلي ڪجهه ساهي پٽيون.

[هلڻ جي ڪنٿا ته هڪ سوامي تو منهن ۾ گڏجين. سندس بت ڀڀوت سان ڀريل آهي. ڪلهن تي سائي شال اٿس، ڳچيءَ ۾ سوني مالها ۽ مٿي تي مُڪٽ. منهن ۾ جوت اٿس ۽ اکين مان اُلا پيا نڪرنس. ڳائيندو پيو اچي. چارئي يار سندس سچ ورنو روپ ڏسي دهلجي تا وڃن.]

همير- يوگي مهراج! نمسڪار.

سوامي- جيءُ ڪلياڻ.

همير- اينتريءَ آه زاريءَ جو ڪارڻ؟ اينتري پريشانيءَ جو سبب؟ توهانجو نالو؟ توهانجو مڪان؟

سوامي- نالو منهنجو ڪي به ڪينهي آهيان گمنام مان؛ در بدر ڦرندو وتان ڪهڙو ٻڌايان گام مان؟

همير- بيابان ۾ در بدر جون ٺوڪرون کائڻ، ديهن هنجون هارڻ ۽ ڳوڙها ڳاڙڻ، ڪنهن معنيٰ ڪانسواءِ ته ڪي نه ٿا سگهن. ٻڌايو ڪجهه ته ٻڌايو.

سوامي- ٻڌو، ڪن کولي، ”آيس لڏاڻي ڪان عاقلا سارا اسباب. آئون نهگو هوس نواب، پر ڪاڪ ماري ڪيس ڪاٻڙي.“

همير- مون نه سمجهيو مهراج.

سوامي- منهنجا حاڪم ڪو وقت هو ته مان به هڪ دولتمند سوداگر

هوس. مومل راجڪماريءَ جي سولهن جي ساراهه ٻڌي ان کي پنهنجي وس ۾ آڻڻ لاءِ پنهنجو سمورو ڌن ۽ گهڻائي داس چاڪر سانا ڪري اچي ڪاڪ تائين پهتس. مون هرڪا ڪوشش ڪئي پر مومل جي محل تائين پهچي نه سگهيس. مان سڀ ڪجهه ڪوهي ويٺس ۽ هاڻي مومل جي يادگيريءَ کانسواءِ مون وٽ ڪا به دولت ڪانه رهي آهي.

همير- پر اها مومل ڪير آهي؟

سوامي- مومل! مومل سوڍا جي جيئري جاڳندي پتلي!! راجا ننڌ جي من موهڻي لياڻي!!!

ڳجر ڪي ڳچيل جون ٽارن ۾ ٽمرون،
هٽي حاڪمن کي زور پرٽون زٻرون،
ڪاڪ ڪنڌي ڪبرون، پسو پرڏيهي جون.

همير- مومل تي ايا ڪيهن سوڍ ڪاڏ پالي آهي؟

سوامي- مومل تي سوڍ پاڻو مشڪل آهي.

مومل ماري مير، آهيڙين کي آڪري
سوڍيءَ گهڻا سڪايا پرڻتا پدمڻ پير،
هٽي ان کي ڪير، مٽيو جس مٺن ۾.

[سامي پنهنجي مستيءَ ۾ ڪئين ٻانهن کي جلدي اٿي ٿو وڃي.]

همير- پر پر پر السان ڪيڏي پاڳل ٿئي ٿو وڃي! مومل ۾ ڪهڙي مٺيا آهي، جنهنجي مزاج ۾ اهڙا ماڻهي مرد ماندا ٿيا آهن؟

واٽو- قبلا! منهنجي وينتي آهي ته اسان ڪاڪ طرف ڪاهي هلون ۽ هلي قسمت آزمائي ڪريون.

همير- هان، هلڻ ضرور هلجي.

[illegible] ست ڏينهن ۾ مومل کي هٿ ڪجي.

. سواميءَ جو آواز پيو اچي ]۰

هلو هلو ڪاڪ ترڙين، جتي ليهن اُچل
نه ڪا جهل نه پل، سيڪوپسي پرينءَ کي.

## مومل جو محل

[مومل هار سينگار پيئي ڪري ۽ چپن ۾ راڳ جي تڪ
۾ پيئي آلاپي.]

ناتر- (اندر اچي) راجڪماري!

مومل- ناتر!

ناتر- امرڪوٽ جي طرف کان چار سردار پنهنجي قسمت آزمائڻ
لاءِ اچي پهتا آهن. سڀ جوان ۽ سندر آهن؛ پر سيني کان
انڊو جهنڪي راڻو ڪري ٿا چون سو ته بس......ڇا چوان!
هڪ دفعو ته ڪيس ڏسو!!

مومل- اڄ تون ڳالهيون کهڙيون ٿي ڪرين؟ جيڪڏهين هو
سچ پچ بهادر ۽ سياڻو آهي ته ڪوشش ڪري هن طلسم جي
منجهام مان نڪري اچي منهنجيءَ ماڙيءَ تائين پهچي ۽ مون
کي پنهنجو ڪري. پر جي هو ٻين وانگر مورک ۽ ڪانئر
آهي ته مري جان ڏئي. مان سندس دولت ٻـه پنهنجي
پتاجيءَ جي خزاني ۾ جمع ڪرائي ڇڏينديس. وچ، انهن
ڇٽني کي ڪاڏي ۾ زهر ملائي ڏي.

ناتر- اِهو ته مون پهرين ئي دستور موجب ڪيو، پر راڻو سياڻو آهي،
تڏهين ته مان چوانتي هن کي آزمائڻ فضول آهي.

مومل- ڇو، ڇا ٿيو؟

ناتر- مون ڪين ڪاڏي ۾ زهر ملائي ڏنو. سڀ ڪاڻ ٿي
راڻي هڪل ڪري کين روڪيو. هڪ گره ڪتي
ڦٽو ڪيائين. ڪتو ڪيڪڙات ڪري اُتي
ويو. سردار همير سومرو ته پلو ڇنڊي اُتي
لڳو "هلو ته هلون. هن خوبصورت بلا مان
نه آهي."

ٿ

شيشو آهي. (هڪ شير سان لڙي ٿو. شير ڪري ٿو ته اڳر
انگ اُلر ڪري ٿو اچيس. ان سان به مقابلو ڪري اُن کي
ماري ٿو. طلسم ٽڪر ٽڪر ٿي وڃي ٿو. نانگ، شينهن
وغيره سڀ گم ٿي وڃن ٿا. ندي به گم ٿي وڃي ٿي. پٽ
ڦاٽي ٿي. پنيان مومل جي ماڙي ٿي نظر اچي. بالاخاني
۾ مومل ويٺي آهي. راڻو اڳتي وڌي ٿو.)

مومل -- (واڪو ڪري) اڳتي قدم نه وڌاءِ.
راڻو- (بيپرواهيءَ سان) بيشڪ مصيبت جو مينهن وساءِ.
مومل - ناحق پنهنجي جان نه گنواءِ.
راڻو- پلي ڦهري ڪمان مان زهري تير چلاءِ.
مومل - منهنجي محل تائين پهچڻ دشوار آهي.
راڻو- مالڪ مددگار آهي ته بيڙو پار آهي.
مومل - ويجهو ايندين ته پرزا پرزا ٿي ويندين.
راڻو- هڪ سورمي کي پنهنجيءَ زندگيءَ کان وڌيڪ عزت
پياري آهي.
(راڻو ڪاهيندو ٿو وڃي. مومل نهايت قرب ۽ ادب سان اچي ٿي
ملييس).

مومل -- جهڙو ٻڌم، تهڙو ڏٺم.
راڻو- ڪهڙي نه سندر! ڪهڙي نه سوڀياوان !!
مومل- ڪهڙو نه بهادر! ڪهڙو نه ٻهلوان !!
راڻو- اڃا به ڪا آزمائش آهي؟
مومل - هاڻ ڪهڙي آزمائش ٿي ٿي سگهي؟

[ٻن طرفن کان ٻه ساهيڙيون گلن جا هار کڻي لڇنديون جهمنديون
ٿيون اچن. متان هڪ جهُولو ٿو لهي. مومل ۽ راڻو جهولي تي تا
وهن. هڪ داسي مومل کي ۽ ٻي داسي راڻي کي هار هٿن ۾
ٿي ڏئي. هڪ ٻئي کي هار ٿا پائين. هڪ ساهيڙي چوٿار تي

سک جي چاهنا سياوڪ ۽ هر جيوَ جي نس نس ۾ سمايل آهي. اها چاهنا آهي ساريرڪ بندڻن کان پاڻ ڇڏائي، آڪاش روُپي آنند پراپت ڪرڻ جي. اها اسانجي آتما روُپي پکيءَ جي اُڪير آهي، جنهنجي وسيلي هوُ مايا جار مان پاڻ ڇڏائڻ ۽ پنهنجي وڃايل آزادي هٿ ڪرڻ لاءِ پرَ تو هڻي.

خوشي هڪ ذاتي چيز آهي، جنهنجو وجود، باش و بود، دل تي منحصر آهي. باهرين دنيا جي شين ۾، پنهنجي سر، خوشيءَ جي رتي ئي موجود ڪانهي. ضرورت، چاهه ڪي چست ۽ انسان کي اُنجي حاصل ڪرڻ لاءِ آمادو ڪندي آهي. جيستائين گهرايل شيءِ نه ملي آهي تيستائين اندر ۾ آنند مانڊ جاري رهندي آهي. اِها محسوس ڪرڻ جي طاقت، هر جيو جو حصو آهي.

ڪيترا ماڻهو سمجهندا آهن ته خواهش يا ضرورت پوري ٿيڻ سان ئي شادماني حاصل ٿي ٿئي؛ مگر اِها سندن ڪوتاه نظري آهي. اهڙن وقتن تي برابر اسانجي من ۾ هڪ قسم جي وڻندڙ لهر لڳندي آهي، پر اُها سچي سک جي لهر نه ٿي ٿئي ۽ آشا پوري ٿيڻ کان ٿوروئي عرصو پوءِ غائب ٿيو وڃي. اِن قسم جي هڪ منظر کي آڏو رکي سنڌ جي سونهاري شاعر، شاهه عبداللطيف فرمايو هو:

”ڏوريان ڏوريان م لهان، شالِ م ملان هوت،
لڳ، اندر جا .لوڇ، متان ملڻ سان ماٺي ٿئي.“

اهڙيءَ وڻندڙ لهر کي لذت سڏي سگهون ٿا. اِها لذت آهي خشخاش جي گل وانگر ٿڙيل، پر هٿ لائيندس ئي ڪين نه سندس جوين ڇڻيو پوي. درياهه ۾ برف جي چپ مثل پل ساعت چمڪي پوءِ ڳريو وڃي.

خوشي سچ پچ ته من جي اُها اوستا آهي جا منش کي نه

نالو اڄ تائين به سڀ ڪنهن جي وات ۾ آهي. تڪارام جي ڀيءَ
پولاپا کي اولاد ڪي ڪونه ٿيندو هو. گهڻيئي ڏر پينياڻين، مڃ
نيڪيائين پوءِ آخر پرنڌڙ ويو. ونوبا خوش ٿي چيس، پولاپا تون
هڪڙو پٽ تو گهرين، توکي ٻي پٽ ٿيندا. جلدي سندس استري
ڪنگيءَ کي ڪڪو ڄائو جنهنجو نالو رکيائون شواجي. ٻه ڄڻهين
ٻيو گرڀ ٿيس ته ڪنگيءَ جي منهن ۾ آڪاشي جوت پيئي
پرندي هئي. هڪ رات رڪمڻيءَ ونوبا جي استريءَ کيس درشن
ڏيئي چيو ”توکي اسان جو پيارو ڀڳت پٽ ٿي ايندو. سندس نالو
رکج تڪارام.“ تڪارام کي ونوبا جي چوڻ موجب ٻيو پاءُ ٻه
ڄائو جنهنجو نالو رکيائون ڪنيو.

ٻيئي پائر پريمي هئا. هميشه سائينءَ جا پيا گيت ڳائيندا
هئا. پولاپا تڪارام جو پتا ته ٻڍو هو سو جلدي سرڳواس ٿي
ويو. سندس وڏو پاءُ سوپي ته هو ويراڳي، تنهن اڇي چيو اندي
پاءُ کي بابا وڻج واپار مان ته اسين ڄاڻونئي ڪين. مان ته وڃان
تو تيرٿ ياترا ڪي، گهر ٻار ٻرتو توکي.

ٻيا سنت چون ته زال آهي ماڪيءَ جي مک سو ڏاڍيءَ جي
ڳولائوءَ کي ڪانئس پاسو ڪرڻ گهرجي. پر تڪارام کي ٻه زالون
هيون. سڪ پائي ڪونه ٻرڏيو هو، پر ٻئي پڙيس مڙهيون هيس.
هڪڙي هئي رڪ مايا ته ٻي آولي. تڪارام وڻج واپار ڪندو
هو. جي نفعو ڪندو هو ته اهو پيسو سنتن جي شيوا ۾ صرف
ڪندو هو يا ته تيرٿ ياترا ڪرڻ ويندو هو. سڄو ڏينهن سندس
مک مان ”هري هري گووند“ جي ڌني ٻڌڻ ۾ ايندي هئي. آوليءَ
کي اها ڳالهه نه وڻندي هئي ته سندس پتي نوڙهن نگن ساڌن
پنيان ڌن لٽي. وري هريءَ جو نالو ته کيس ڏنگيندو هو. پوءِ
ته اڇي مڙس کي بدشد ڳالهائيندي هئي. گهڻو مٿو مار پائيندس ته
انهيءَ هريءَ جي پڄڻ ته اسانجا بڇڙا حال ڪيا آهن. اُٿ، اُٿي
ڪا ڪرت ڪر. پر تڪارام پڄهڄيءَ ۾ پورو هو.

## ٣٢- گوريءَ جو خواب

[شري ڪشنچند کيولرام جگتياڻي]

اهليا جي مرلوڪان سال کن پوءِ گوريءَ پنهنجي ماءُ کي، سورگا آشرم واريءَ جاءِ ۾، خواب ۾ ڏٺو. سندن وچ ۾ جيڪا گفتگو ٿي ۽ جنهنجو ذڪر گوريءَ پاڻ ڪيو آهي، سا هيٺ ٿي ڏجي:-

”امي! مان لوڪي ڏسي ڏاڍو خوش ٿي آهيان، پڌاءِ تون ته خوش آهين؟“

”مان بلڪل خوش آهيان. ته دلباڻي پڌارڻ ۾ ه گهڻي خوشي آهي، شرطيڪ ماڻهو سنڌي رستي تي هلي، ۽ انهنجي لياقت ڪرڻ ۾ ته هيڪاري وڌيڪ خوشي آهي؛ پر جا خوشي ماڻهوءَ کي شب ڪرمن ڪرڻ ڪري سندس مرلو ڪالبوءَ تي ملي سا بيان ڪرڻ کان ٻاهر آهي.“

”مان سمجهان ٿي ته تون الهيءَ منزل تي پهتي هونديءَ؟“

”ها مان هت ڏاڍي خوش آهيان. مان اڃا ٿي رهان جنهنکي جهون طبقو ٿا چون. ماڻهو مرڻ ڪالبوءَ ڪهڙي طبقي ۾ وڃڻ گهرجي ۽ وري جنم وٺڻ ڪالبوءَ اڃا ڪيترو وقت ڪڻڻ گهرجي، اهي ڳالهيون ماڻهوءَ جي شب ڪرمن جي گهڻائي ۽ گهاٽائيءَ تي منحصر آهن.“

”مڙيئي طبقا ڪيترا آهن؟“

”ست.“

”ستن ۾ ستو ڪهڙو آهي؟“

”ستون.“

”پوءِ لوڪي ستون طبقو ڇو نه مليو؟“

”اهو مولڪي ڪوڊ پڌايو اٿن؛ پر مان ستين طبقي وارن سان ملندي آهيان: هو ٿا چون ته مان جيڪر ساڻن هجان ها، پر مون ڪنراڻي شب ڪرم اهنڪار رهان ڪيا هئا.“

”موڪي الائي ڪهڙي طبقي ۾ جاءِ ملندي؟“

”مني، تنهنجي جاءِ جيتري قدر مان ٿي سمجهان اولري قدر ضرور ستين طبقي ۾ ٿيندي. ڇو ته جن حالتن ۾ تون پلي آهين اُهي ڇهجين حالتن کان بيشڪ بهتر آهن ۽ تو اهڙڪار کان هميشه پاسو پئي ڪيو آهي.“

”پر اُمي! ستين طبقي کان به ڪي مٿي آهي؟“

”ها آهي. اُهو آهي موڪش يعني جنم ۽ مرڻ جي ڦيري کان آجو ٿيڻ.“

”موڪش ڪهڙن ماڻهن کي ملي ٿو سگهي؟“

”اُنهن کي جي ايشور جو رات ڏينهن سمرڻ پيا ڪن. ٻيو اُنهن کي جي گياوان آهن يعني پنهنجي من تي پورو ضابطو اٿن. ٽيون اُنهن کي جي نشڪام ڪرم پيا ڪن يعني ڪرم ضرور پيا ڪن پر سندن ڦل جي آشا نٿا رکن ۽ چوٿون اُنهن کي جي ويراڳ ورتيءَ وارا آهن ۽ پيائيءَ کان هردم پاسو ڪندڙ آهن.“

ٻئي ڏينهن گوري بلڪل خوش ڏسڻ ۾ آئي. سندس منهن ۾ عجيب لالائي هئي ۽ پاڻکي تازي توانائي سمجهڻ لڳي. گوري هاڻ سڀ وقت پرميشور جو ڌيان ڪرڻ لڳي. سڀني کي پيار جي نظر سان ڏسندي هئي. سادو کائيندي ۽ سادو هنڊائيندي هئي. چوويهن ڪلاڪن ۾ فقط هڪ دفعو کائيندي هئي. غريب غربن جي ته اهڙيءَ طرح پرگهور لهندي هئي، ڄڻ ته هو سندس لاءِ ايشور آهن. مطلب ته هرڪنهن کي ايشور جو روپ ڄاڻي ساڻس بلڪل چڱي هلت ڪندي هئي.

اهڙيءَ طرح گوري الله آباد جي سڳوري ڌاڇڻي شيءِ ۽ نشڪام ڪرمن ڪرڻ ڪري انهيءَ پد کي وڃي رسي، جنهن لاءِ ڪروڙين پيا سڪن ۽ لکين ڪوشش پيا ڪن، پر اهو پد ڪن آڳرين تي ڳڻڻ جيترن کي نصيب ٿو ٿئي.

---

## ٣٣- سچ

[شري عبدالله سوبراج ميرچنداڻي]

او آلمڪ آنند جا ساگر! سنتن جي دلين ۾ سار وجهندڙ! جيءَ جنبي ۽ جان جي هيڪاند نوربخشيندڙ! تون ڪٿ آهين؟ تون اها شمع آهين جنهن لئي لنهنجا فدائي پروانا جيئان جلي ڀسم ٿين ٿا ۽ تون اهو منوهر آلاپ آهين جنهنجي ٻنيان لنهنجا مستانا ناٿڪ وانگر پنهنجي آزادي وڃائي جبلن جا ڪشٽ ڀوڳين ٿا ۽ تون اها ڪستوري آهين جنهن جي خماريءَ کان لنهنجا بائولا هرڻ وانگر مست و محو ٿي، پنهنجو ساه سيرانڻ قربان ڪن ٿا. رواجي انسان توکي سوين سان ڳنڍي، لنهنجي ساراه جا ڍڪ ڀري ٿو، مگر پنهنجي پوري پوري پدوريءَ جي موما پڻ پنهنجن قدرشناس پريمين کان ۽ جو ڪ هو ٿوڪي خواهري. اهي انبن تي سمجهن ٿا ڪ تون برڻ برساتما جو سو نالو آهين. انهن لاءِ توکي ڏاڻ يا مسالڪ جي مسالڻا جيڻ ڪڙي ٿي ڳالهه آهي. انهن جو ڌرم ڪرم ٻه تون، ڪ شبوا ساڻن تون. نس نس لنهنجو جاٽ جپن ۽ هر قدم لي لنهنجو سيارو آهي. جن جي پمه پروسو ٻه تون ۽ ڪنڌي ڪنارو ٻه تون. انهن جي عشدو آهي ڪ لنهنجي ئي وات واليءَ دز رسائيندي يا ڪڙيءَ ۾ هن سنسار ساگر جي ڪُل مشڪلاتن کي منهن جي پار پهچو. حدا رسيدي شاه صاحب جو ڪ اهوئي قول

-:-

هين ساڻي سچ- نجهان سي ٻه پڌديون.

اي سچ، لنهنجا طالب ٻاڻ ٻڌيا ۽ جو ڪ لنهنجي دامن ۾ هٿ لياڳي دليا ۾ سڪ جي سيج وڇائل ڪ آهي. رندن جا سال مٿن مالڪن جي منهڙي ٻسڻ کان محروم ٿيڻ، جي جدائي سهڻ ڪ ازل کان سندن قسمت ۾ لکيل ڪان وڃڙي پرواسي ٿيڻ، جيلي ئي جالورن جيئان حيالي

ڪالهه ۽ از آن سواءِ عظيم قسمن جون تڪليفون ۽ مصيبتون سر تي برداشت ڪرڻ، جن کان جيڪر هرڪو رواجي انسان ڪهي، سندن ڀاڱي جو حصو آهن. مگر جيڪي عام ماڻهن لاءِ عين عذاب آهي، سو هنن سورمن لاءِ آهي روح جي راحت. جيئن تڪليفون ڏسن، تيئن اي سچ، او بهار بهار ٿين ۽ تنهنجي راهه ۾ پختو پير ڌرين. هن باغ دنيا ۾ تون اهو سگنڌيو گل آهين، جنهن جي خوشبوءِ کان جيڪڏهين هيڪر ڪنهن جو دماغ معطر ٿيو ۽ دل مسرور ٿي ته پوءِ هو ڪنهن جي ڪا به پرواهه نه ڪري توکي هٿ ڪرڻ ۽ ماڻهن ۾ سر جو سانگو به لاهي ڇڏيندو. سري گورو صاحبن جون سختيون ۽ مصيبتون اسانکي اهوئي سبق ڏين ٿيون ته سچ ٻولڻ آگينيءَ ۾ منهن وجهڻ آهي، ته به روحاني خوشيءَ کان خالي نه آهي، ڇو ته سچو انسان ڏکيءَ وقت قبول آهي؛ ۽ هن تي سدائين سندس مهر جي نظر رهي ٿي.

سچ چيو اٿن ته: ”سچ مرچان ڪوڙ گڙ.“ ڪاڻي کي ڪاڻو چئو ته باهه ٿي ويندو؛ ڪنهن کي گل چئي هٿ ۾ ڏي ته غصي ۾ اچي وهلور پيو ويندو. ڪو به پنهنجون خاميون ٻڌڻ لاءِ تيار نه آهي. اهوئي سبب آهي جو سچ ڪنهن ورلي کي وڻي ٿو. دنيا ۾ ته ڪوڙ ئي ڪوڙ پيو ڪنجي ۽ سچ جو ته ڪير نانءُ به ڪونه ٿو وٺي. گهڻو ڪري ته اسان سيني جي اهائي ڪوشش رهي ٿي ته ڪيئن دنيا ۾ آئون ويهون، هلون چلون ۽ ڳالهايون ٻولهايون جيئن اسانجي ساک پوي، پوءِ ڪوڙ ڪريون ته ڇا، جي سچ چئون ته ڇا. پنهنجي ساراهه اسانجي مراد آهي ۽ مقصد صلح سالت. سچ کي جهيڙي جي پاڙ ۽ ڪوڙ کي سک سنتوکت جي ڪنجي ڄاڻي هرڪو ”دروغ مصلحت آميز به از راست فتنه انگيز“ ۾ سمايل اصول پٺاندڙ هلي رهيو آهي. اهو انسان جو سچ ڳالهائي يار رسائي يا متن ماڻهن ۾ ڪوڙو ٿئي سو ڪو ڇڏو. گهر ۾ زال ڪوڙ ڳالهائي ڪيتي ڪندڙ

بت کي هڪ پاسي ڇڏيائين ۽ ٻالڪپڻ ۽ وڃڻ جي جوش
۾ ٻي پاسي ڇنڊو وجهي ٿي. مرد ۽ پنهنجي هستي ۽ جرائت
ڄڃهي آهي، مگر ٻڪتي بت جي خاطر ڪئين ٻيا ڪوڙها ڳجهي ڪوڙ
ڳالهائي ٿو. وري ڏٺو ماڻهن کي ڪوڙ ڪندي گهڻو اندر گهوڙا
ڪندڙ کي سٺي وڏيڪ ها وڏي ٻون ۽ ۽ جهڙي لڳن! آهي ۽ اڻلڀو
ٻاڻ ڪوڙيءَ حياتيءَ لي فخر وڌن ٿا. هنن جي نظر ۾ ڪوڙ ڏلب
۽ لڳي سياڻپ آهي ۽ سچائي اياڻپ. اڪثر ڏسو ۽ پنهنجيءَ
ڪوڙيءَ هلت کي صحيح ثابت ڪرڻ لاءِ شاه صاحب جي هيٺين
بيت جي معنيٰ ٿي خود ڪشيدي ڪن ٿا:-

”ڪوڙي ڪج ۾ ڪڌهين- سچي ڳالهه مَ سل.“

ڇاڪاڻ ته هن بيت مان اها معنيٰ ڪڍڻ ته لڪي ڪوڙ
ڳالهائجي، لڪي سچ سلجي سا سراسر غلط جي وڏ ٻئي لڳي.
ڇاڪاڻ ته سچ کي لڪائڻ ۽ آدرشي اصولن موجب ڪوڙ آهي.
هن بيت جي معنيٰ جي ڏوهيڙي جي بين سٽن مان ملائي ڪبي
ته ظاهر ٿيندو ته شاه صاحب فقط پنهنجي عشق کي آلي وٿي جي
اڳيان اظهار ڪرڻ کان منع ڪري رهيو آهي ۽ اُن کي پوشيدو رکڻ
جي ڏمدي صلاح ڏني ٿو. جهڙيءَ طرح لطائفَ وارن بيتن ۾ ٿوڙي
سر سهٽيءَ ۾ چوي ٿو ته:-

”ساجڙ جا سبکار- متان سلين سهٽي.“

هن دنيا ۾ پورن سو ڪوڙي جي ساوي سر آهي، مگر ليڪ سچ
جي جيءَ ٿئي ٿي. ڪوڙي جي دوڙ ڪڏ تائين ۽ ليڪ ڪوڙ ڪوڙ
ٿئي ٿو ۽ هرڪنهن جي ذڪار جو باعث ٿئي ٿو. حق جو دوڪو
پهرين رڻ ۾ ڙڙ والگر نظر اچي ٿو مگر آخر ڪئن ۾ گهڻن جيٿان
پري، پنهنجو آثر رچو ڪري. پلا ”آپ ست، ڪيا سپ ست“،
سچ سرچشمهءَ سچي سرشٽي پيدا ڪئي، تنهن ۾ اي سچ!
تنهنجا سوڀيه سولهين، ڪين ڪوڙ لوڪان گوءِ ڪٽي وڃي؟

## ۳۴- لاتِ لطيفي

[شري جيٺمل پرسرام]

اٽڪل ٢٢٢ ورهيه ٿيا، ته سنڌ جي گلستان ۾ هڪ اهڙو گل گلابي پيدا ٿيو، جنهنجي حسن ۽ هٻڪارَ اڄ سوڊو روحاني رستي جي ڪيترن ٿڪل ٽٽل مسافرن کي، ڪيترن پريم جي پيڙيل ٿي پنڌ ڪندڙن پانڌيرن کي، آٿت ۽ آنند پئي ڏنو آهي. سؤ ورهيه گذري ويا آهن، ته به اڄ ڪٿي ڏس ته ڪيئن آدمي وڏي سڪ ۽ پريم سان شاهه لطيف جي ڀِٽ تي زيارت ڪرڻ وڃن ٿا. اڄ سوڊو هرڪنهن جمعي جي رات سندس ڪلام سڻڻ واسطي روانا ٿين ٿا.

شاهه صاحب نه رڳو روح جي رهاڻ ڪئي آهي، پر دليوي نظاري جو پڻ اونهو اڀياس ڪيو اٿس. تار نه اهائي لڳي پيئي اٿس پرينءَ جي ملڻ جي، سو جيڪي ڏسي، جيڪي ٻڌي سو سڀ الدر جي آواز سان لڳائيندو اچي. سنڌ جي شاعرن جو ته سردار آهي. ڀيٽ ڪرڻ واجب نه آهي، ڇو ته ”پريان سندي پار جي مڙيئي مٺائي“، پر ڏٺو به شاهه لطيف شاعريءَ ۾ سورج جيان ته هو تارن جيان آهن. فقيريءَ ۾ ڀيٽ ڪين ڪري سگهبي، ڇو ته سڀيئي الهي امر جماعت جا آهن، جٺي پنهنجي ٻولي نه ٻري، سڀيئي پنهنجي سر جو تاج آهن، ۽ مان جي ڪٿي اها ڀيٽ ڪريان ته اٿين ٿي ڇوڻ ۾ جيڪر اچي، ”منڊي ماڪوڙي ڪوهه ۾ بيٺي ڪڇي آپ“.

دلپت درياهه ۾ پيهي اهي ڇوليون ماريون آهن، جنجي موج اهڙي جهڙي مڪڙي ڪين سهي سگهي. روحل اها روحاني رم جهم لڳائي آهي ۽ اهي يوڳ جا طاق کوليا آهن جي ڪو ورلو چيتن پکي پيهي ديدار پسي. سچل سائينءَ وري اها منصور واري ماڙي چڙهي ۽ اها اناالحق جي ٽاڙي هڻي آهي جو اهوئي آواز پيو اچي: ”مڙس ٿي منصور ڇو، ام ته ڪير ڇو منصور آءٌ“.

يا ”اهڙي ڪم ڪريجي جنهن ۾ الله آپ ٻُجهجي.“ سدا سالڪي
ساميءَ وٽان نه اهڙا ويدانت واري ۽ شاستر ٻاڻي پيئي ٻڌجي جنهن
سان ”الهي ايئ“ ۾ آڪاس ۽ گڏي اڏالي گڏ گڏ لڳو وڃي. خيال
سڀني جو گهڻو ڪري ساڳيو آهي، مگر شعر جو رنگ روپ جهڙو
شاهه ۾ آهي تهڙو ٻين ۾ نه آهي. ساميءَ جو شعر به پڪو ۽ گوڙهو
مگر منجهس ڪي ٻولي آهي، جنهن ڪري نڪر لي وڻ نه لڳا،
۽ گل نه ڦل.

شاهه به جڏهن اها لاٽ تو لنوي تڏهن رنگ روپ چڙهيو
لڳي ۽ وڃيو وحدت جي واديءَ ۾ ٻوڙي جتي ملڪ مڙيوئي ميدان.
ٻو ٻين جاين لي نه رنگ روپ جي حد لڳايو ڏني. الهندي گهاٽ
جي جبلن جو سير ڪندي ڏسو آهي نه مٿن ڪيئين قسمن جا وڻ،
ڏاڍي ساوڪ، گڙگاٽ ڪندڙ اهرون ۽ ندايون، هرقسم جا پکي ۽
ڪيئين جانور، ڏکيا شاهي بلا (جن ۾ ماڙيون ۽ سهڻا ننڍڙا گولڙا
ڏسبا آهن) سڀ موجود آهن. اهي جبل جن لي اهڙو عجيب نظارو
نظر اچي تو ننڍي اندران لي نڪر ناڪي، نيل لاهيا آهن، جن
مان ربل گاڏيون پيون هلن. شاهه جي شعر ۾ به ڀڄ ڏاڍا رنگ
آهن. سيج چنڊ، ٻوٽت پتنگ، موهل رانو، سسئي پنهون، ڍولدون
درياهه آهن مگر انهن جي اندران ٻي اندران سندس اهڙو روحاني
آواز ربل حيان هلندو اچي. جي ٻاهرين رنگ کي ڏسن نه به دل
ٻرٻو وڃي، جي اندرين خيال کي پسن نه اها ڪار لڳي پيئي آهي
جهڙي سمجهڻ ۾ ڪي بيدار مغز سياڻا صوفي ڪين. شاهه جو رسالو
ٽٽي وڃي سمنڊ جي ڪناري تي ڪو پڙهي نه ڏسي نه جنهن ٻاهران
اجهاڻ سمنڊ جون لهرون پيون لڳن ۽ جوليون پيون جالڪن لڪن
ساڌ جي لنظن پڙهندي ٻڌا ساڳيا آواز پيا ٻڌجن. اهو ٻاهرين
سمنڊ ٻيهڙي من سان لو لڳائي. مجاز جي اک سان ڏسي نه ا،
۽ و جيو اچي، ۽ جي اندر جي خيال سان پڙهه ا، منجهس اهڙي
رءِ اسرار جون البون بتايل آهن جو رڳو صوفي سمجهي سکهي.

سر سهڻي سچو انهيءَ آواز سان پربل آهي. خاص ڪري لڙ لهريون لس ليٽ واراءِ دهشت دم دڙياه وارا بيٺ سنا آهن. سمنڊ تنهنجون موجون، ڪڪر ڪنڌيون، مڪڙا ملاح، ما نگر مڇ سڀ وينو الدر سان لڳائي. پوءِ نه ٻروليون آهن، وچ سليندو. پنڊ تي جي پڪي اچيو لاليون لنون ۽ سهڻا پوپٽ اچو رانديون رهن، سي ٻڻ چڱيءَ طرح جاچيا اٿس.

ڪنهن مهل ڏنائين ته ڪنول گل پاڻيءَ جي مٿان بيٺو آهي، پاڙون انهيءَ گل جون پاتار ۾ آهن. وري نظر ڪري ته پولر جو هونءَ آڪاس ۾ تو پري، سو گل جو واس وٺيو اچيو منجهس جاءِ ڪري؛ تڏهن عجب تو لڳيس ته ڪيئن هي ٻئي شيون قادر جي قدرت سان تيون پاڻ ۾ ملن. ڪنول پاتار جو، پولر آڪاس جو پاڪي شاه صاحب سمجهي تو هڪ ڪدر جيو پاتار جو يعني دنيا جو، ۽ محبوب کي سمجهي تو آڪاس جو. چوي تو کهڙي حساب سان هي ٻئي پاڻ ۾ تا ملن:

ڪنول پارون پاتار ۾، ڀنور پري آڪاس،
ٻنهي سندي ڳالهڙي، رازق آندي راس،
تنهن عشق کي شاباس، جنهن محبتي ميڙيا.

سچو شاه جهنجهيو ٻيو آهي اهڙن عجيب ٻولين سان. خسيس هڪ سٽي ڏنائين، اچي موج ۾ پيو، ڏسي گد گد ٿيڻ لڳو، چي مار پيلي هن سٽيءَ تان پاتشاهي قربان ڪجي.

پاتشاهي نه پاڙيان، سرليون سٽيءَ ساڻ
ٻڪي اگهاڙن کي، ڪين ڍڪيائين پاڻ.

کهڙو نه سندر وچن آهي. يعني شاه تو چوي نه فقير جو به ڪم آهي پاڻ ٻين تان فدا ڪرڻ، مگر پاڻ کي هميشه نانگو رکڻ. اهڙيءَ طرح ڪئين مثال ورتا اٿس. پوپٽ، سپ، ڪونج، سنڌارڻ، نهائين، وڻ، شينهن، چنڊ، سج سڀ مان مطلب ڪيلدو اچي، سڀ جو سهڻي شعر ۾ ذڪر ڪندو اچي.

## ٣٥. سليم جو فساد

[شري موتيلعل لڇرام ٻناڻي]

سورهين صديءَ جي هاڪاري حاڪم ملڪ جلال الدين محمد
اڪبر بادشاهه جو پٽ، سندس شهزادو پٽ سليم آهي جو جهانگير
جي لقب سان هندوستان جي تخت تي ويٺو. سورهن سو سال ۾ اڪبر
پنجاهه سال راڄ ڪري چڪو هو ۽ سليم ان وقت ايڪٽيهن سالن
جو هو. هن ڏينهن ڏينهن تي ڳڻيو ته اڪبر ڪڏهن پاسو ڪوڙي ته پاڻ
ملڪ جون واڳون هٿ ڪري راڄ گدي ماڻي. هيڏي لمبي عرصي
واري راڄ مان سليم ناراض هو ۽ پنهنجي پيءُ جي موت جو شائق هو.
سندس آسون ۽ اميدون ڏينهن ڏينهن جهڪيون ٿينديون پئي ويئون.
فساد ۽ منصوبا ڪنهن نه ڳالهه جي خاطري ڏيڻ لئي سگهيا. سليم
جو خوبصورت پٽ خسرو جنهن جي دردي ڪهاڻي دل ڏاريندڙ
آهي، سو لوڪ شبوڪ هو ۽ سڀ ۾ پيارو هو. راجا مانسنگهه ۽ عزيز
ڪوڪا جي مرضي هئي ته سليم کي ريٽي خسروءَ کي تخت لئي
وهارجي. سليم باغي ٿي پيو ۽ سندس ڪڏن ڪارنامن اڪبر جي
تندرستيءَ تي برو اثر ڪيو ۽ آخر سندس پڇاڙي آندي. اڪبر جي
لمبي راڄ کي ختم ڪرڻ لاءِ سليم وٽ هڪ ئي مفيد علاج هو، ۽ اهو هو
فساد ڪرڻ. جي ان ۾ ڪامياب ٿئي ها ته اڪبر، جو محڪم ارادي
جو هو، سو مارپو وڃي ها جيڪ. هو پنهنجي پوٽي شاهه جهان جيان
سد يخالي ۾ رهڻ وارو نه هو ۽ اڪي مٿي مارئي پنان سڌرو راڄ چڙهڻ
وارو هو.

سليم پنهنجي مطلب حاصل ڪرڻ لاءِ وڃي الله آباد تي قبضو
ڪيو ۽ پنهنجو سڪو ٺهرائي حاڪم ٿي ويٺو. ٽيهه هزار لشڪر وٺي
پيءُ تي ڪاهي آيو، ليڪن اڪبر چالاڪيءَ سان کيس واپس ورايو ۽
اتفاق سان جو ان وقت دکن هندوستان ۾ هو، تنهڪري سموري خبر

کان واقف ڪندي اڪبر کيس لکي موڪليو ته يڪدم هت هليو اچ ته سليم کي پنهنجي ڪمن جو ڪيتو اوڙائجي. ابوالفضل لکي موڪليس ته هو پاڻ سليم کي هٿ ڪري پوءِ بند ڪري شهنشاه اڳيان اچي پيش ڪندو. سليم ٻڌو ته اهڙي دشمن کي اڪبر تائين رسڻ نه ڏبو. جڏهن ابوالفضل منزلون ڪندو اچي هندوستان ڏانهن وڃي رهيو هو، تڏهن اوچتو وات تي سليم جا ماڻهو اچي مٿان ڪڙڪيس ۽ سندس سر ڌڙ کان ڌار ڪري، سليم ڏانهن نذرانو ڪري موڪليائون. سليم بيحد خوش ٿيو ۽ ابوالفضل جي سسي ڪٽي بي عزتيءَ سان ڦٽي ڪيائين.

اڪبر کي جڏهن اها خبر ملي ته سندس ڇاتي ڇڄي پيئي. هو بهادر هو ۽ سندس بدن اهڙو ته مضبوط ۽ جانٺو هو، جو سمجهيو ٿي ويو ته اهڙو سرابو موت جي چنبي ۾ ڪو سترو نه ايندو ۽ سندس بدني پيهڪ پسي سليم ائين سمجهندو هو ته سندس آفيم کيس پيءُ جي حياتيءَ ۾ ئي ٿورڙي ليندو ۽ پاڻ راڄ گدي مشڪل حاصل ڪري سگهندو. ليڪن پنهنجي پران پياري دوست جو خون ۽ سو به سليم جي سورش سبب پڌي شينهن جهڙو مڙس ڍهي پيو. هو اهو درد سهڻ لاءِ تيار نه هو. اها چوٽ خطرناڪ ثابت ٿي. ٿي ڏينهن سالده اڪبر زار زار رنو ۽ ڪنهنجي به شڪل ڪانه ڏنائين. هن هزارين حيلا هلايا ته ابوالفضل جي خوني بير سنگهه کي خون ڪيو وڃي، مگر هن جا ڏينهن وڏا هئا ۽ هو روپوش ٿي ويو. ان ڳالهه پاڻ اڪبر جي ڦٽن تي لوڻ ٻرڪيو ۽ هو ڍرڪڻ لڳو.

سليم، جنهن لاءِ اڪبر سوين سور سٺا، جنهن پٽ جي پيدا ٿيڻ لاءِ سليم چشتي درويش جي در تي دعاگو ٿي رهيو ۽ جنهن جي دعا سان آخر اڪبر تي مهر ٿي ۽ کيس سڪي سڪي سليم مليو، سو ساڳيو سليم پنهنجي پيءُ جي زندگي زهر ڪندو ۽ آخر کيس ٿورڙي ناس ڪندو سا ڳالهه اڪبر جي ملائڪن کي به خواب خيال ۾ نه هئي. ليڪن نا خلف اولاد جي چوڻ وقت ڪهڙي خبر ٿي پوي.

ابوالفضل جو خون اڪبر جي سرير کي لستو ڪندو ئي ويو ؛ اڪبر جي انتقال جا آثار واجهو نظر اچڻ لڳا. سليم سندس لاءِ اکين جو رتو هو، مگر حرم خالي جو اثر ، اڪبر تي گهڻو هو ؛ لڻ دلين آخر پنهنجو داءُ ڪيو. سليما بيگم، جا اول بهرام خان جي زال هئي، ۽ وڏوا هئڻ سبب اڪبر سان شادي ڪئي هئائين، تنهنجو اڪبر تي گهڻو ضابطو هو. هوءِ الله‌آباد چڙهي وئي ؛ سليم کي شرمائي آخر اڪبر جي شرن وٺي آئي. مگر اهو ڪورد ئي لاهد ايهو ؛ سليم وري الله‌آباد موٽي ويو.

ان بعد جلدي اڪبر جو لنون ڏمر پٽ دانيال گهڻي شراب خوريءَ سبب سخت بيمار ٿي آخر فوت ٿي ويو. جنهن ڳالهه ۾ اڪبر کي سخت صدمو رسايو ؛ سندس دڪن جو داستان زيادهه ڪيو.

سليم جي چال اهڙي ته خراب ٿي وئي ؛ مخالفن سلطنت کي ايترو ته خوف هو، جو آخر اڪبر خيال ڪيو ته پنهنجي سر لشڪر وٺي وڃي پٽ تي ڪاهه ڪري. اورنگزيب کي شاهجهان کي بدبختي ۾ رکڻ لاءِ ڏوهه ڏيڻ وقت اها ڳالهه خيال ۾ رکڻ گهرجي ته ساڳي رت جو ٻج سندس ڏاڏي ۾ ئي ميسر هو ؛ ان سبب ئي سليم جي پوين ۾ ان جو اثر هلندو آيو. اڪبر جي سنڌي ماءُ حميد بانو بيگم جنهن کي مريم مڪاني ڪري چوندا آهن، تنهنجو پنهنجي پوٽي ۾ ساهه هوندو هو. هن حالو ٿي ته اڪبر جنهن پنهنجي سوين سان، هندستان جي هر لڪر ۾ ڏاڪو جمايو آهي، تنهن اڳيان سليم سٽ جهلي ته سگهندو. هن اڪبر کي پنهنجي پٽ برخلاف اهڙو قدم نه کڻڻ لاءِ گهڻوئي مٿو ماريو، مگر جڏهين سڀ وڙنت ويو، تڏهين دلشڪستي ٿي پيئي ؛ جلدئي مري وئي. اڪبر مٿان گويا غمن جو پهاڙ ٽٽي پيو، جنهن سبب سندس سرير ڍهي پيو. دڪن مٿان دڪ، جهولي هڏي ؛ جر کي داهڻ لاءِ ڪافي هئا. آنسة

اڪيلي نه ايندي آهي، پاڻسان ڏک، روڳ، تڪليفون ۽ مصيبتون ڪنيو ايندي آهي.

سليم جڏهين ڏٺو ته پيءُ سان پڄڻ مشڪل آهي، تڏهين اچي پيش پيو ۽ اڪبر يڪدم کيس محلات اندر سنان جي جاءِ ۾ ڪٽي قابو ڪرايو. ٻاهران ماڻهن کي ائين ٻڌايو ويو ته شهزادو بيمار آهي، تنهن سبب حرمخاني ۾ بند ڪيو ويو آهي. مگر راڻين جي وچ پوڻ ڪري ٻئي ڏينهن کيس آزاد ڪيو ويو ۽ هو پيءُ جي ميڙ ۾ رهڻ لڳو.

اڪبر ان بعد گهڻو نه گذاريو. سومر جي ڏينهن ٢١ سپٽمبر ١٦٠٥ع ۾ هو بستري تي ليٽيو جتان اٿڻ جي گهڻي ڪوشش ڪيائين ليڪن شاهن جي شاهه موت سان، هيءُ شهنشاهه ڪٿي ٿو پڄي سگهي! کيس سخت پيچ تي پيا ۽ هاضمو ناس ٿي ويو. سندس حڪيم نالي حڪيم علي جنهن جي حڪمت جي هاڪ هرهنڌ هئي، تنهن اڪبر جو بهادر بدن سمجهي خيال ڪيو ته دوا جو ضرور ڪونهي ۽ قدرت پاڻهي کيس شفاياب ڪندي. مگر جڏهين قدرت ڪا ڪرپا نه ڪئي تڏهين اٺن ڏينهن بعد ٻئي سومر تي ڦڪيون ڦيري آڻڻ لاءِ ڪتب آنديون ويون، پر اُنهن به ڪو فرق نه ڪيو. اڪبر ويو ٿي پوڙهو پوندو. سليم ڏينهن ڏينهن تي ڳڻيو ته ڪٽي هو ٻاسو ڪوڙي ته پاڻ ملڪ جو والي بڻجي. سندس ٻرارتمائون آخر وٺرت ڪين وييون. ڇو ته شهنشاهه جي حالت نازڪ هئي. انهيءَ وقت هڪ ڏينهن اوچتو سليم ۽ خسروءَ جي نوڪرن جو پاڻ ۾ تڪرار ٿيو جنهن سبب اڪبر تمام خفي ٿيو ۽ سندس بگڙيل طبيعت بنه ٻڌهي پيئي. سندس سرير آخرين منزل تي اچي سهڙيو ۽ وڏيڪ بچڻ جي ڪا اُميد نه رهي.

انهيءَ سموري عرصي ۾ سليم پنهنجي پيءُ کي ڏسڻ به نه ويو. کيس ڊپ ٿي رهيو ته متان خسروءَ جا خواهشمند کيس خون ڪري نه ڇڏين. انهيءَ سبب هو خبرداريءَ سان رهيو پيو هو. آخر جڏهين

انتقال جو وقت وُاجھو پولندو آيو ۽ خسروءَ جي مددگارن معلوم ڪيو ته سندن سوڄ سلو نه آهي لڏهين سبب عدم پيدا ٿي ويا. پوءِ سليم آخر پنهنجي پيءُ جي درشن لاءِ محل اندر داخل ٿيو.

اڪبر ليٽيو پيو هو موت جي سستري تي. اُنهيءَ حال اکيان ڪم ڪجي سگهجي! ڪمري ۾ سالت هئي ۽ سيني جي اکين ۾ لڪل آسون. فقط اڪبر جا جگري دوست، جي اڪبر لاءِ هولند سر جي نست ڏيڄ کان نه نه گسن سي ان وقت حاضر هئا. سليم کي ان ڪمري ۾ آندو ويو. هيبتر سندس جهڙو ڪهن سان هو جنهين موت جود اڪبر کي آئڻ لاءِ پنهنجي گود خالي ڪئي هئي؟ شهنشاه جي زبان اهي ويٺي هئي. هو ڪجھ به ڪجي لئي سگهيو ليڪن سمجهي سگهيو ٿي ۽ هوش ۾ هو. جنڏهين سليم پا ادب سجدو ڪيو ۽ پيءُ اکيان ڪڙو ٿي بيٺو لنڏهين مرڻينگ اڪبر اشارو ڪيو ته شهنشاهي پڳ سليم پائي ۽ ستري جي پيرانديءَ کان جا ... جي لڙار لٽڪي رهي هئي ۽ جا شهنشاهي شان جو نيشان ... سا هو پنهنجي ڪمر ۾ قابو ڪري. سليم اشارن ۾ مليل حڪمن ... ڪم تتا آوري ڪئي ۽ لماڻن لٺن سان اڪبر جي حاضريءَ ... سو. اڪبر انهيءَ طرح پنهنجي جبري، پنهنجن هٿن سان ... گدي اونچ ڪئي ۽ پس پس جي معاملي کي سجو ڏنو. ... جو اشارو ڏنو ته سليم خاڄ ڪمرو ڇڏي هليو وڃي. ... اهو هليو ويو. هو سليم تي ڪمري اندر گهڙيو هو ... ڪيو.

... ڪو ٿيڻو وقت رندو نه رهيو. پدر ڏينهن ... ڪڻيو مت تنيا نه هيءُ شبنهن جهڙو ... ۾ پنهنجي عيب مٽيندو رهيو ۽ ٿورن تي ... پنهنجي ... سان جي مليو.

---

# ٣٦- نوري ۽ ڄام تماچي

[ڊاڪٽر هوتچند مولچند گربخشاڻي]

سمن گهراڻي جي هاڪاري حاڪم ڄام تماچيءَ جي ڏينهن ۾، ڪينجهر ڍنڍ تي ڪي مهاڻا رهندا هئا. ڪين نڪي ڪي هيون اڏيل جايون ۽ نڪي ڪي هئن مال اسباب. اُٺ وهٽ، ڪاٺ ڀيڻ، سڀ هوندو هون ٻيڙين تي. مرد ماڻهو مڇ مڪڙا موڙي يا ڄارين تي وڃي، مڇيون ماري، رڇن جا ڳچ ڪلهن تي رکي، آڻي مياڻين تي ڍير ڪندا هئا. مهاڻيون وري مڇين کي ڪارڻ ۾ ڪٽي، واٽن تي وڃي وڪڻنديون هيون، جتي اُنهن کي ڇيري، ڀورا ڀورا ڪري، گراهڪن کي وڪڻنديون هيون. سندن ٻار ننڍڙا ٽيڏو، سارو ڏينهن لڏڻ واڱر پاڻيءَ ۾ پيا ترڳندا هئا. ڀلا جن جو رات ڏينهن وهنوار ئي ڪيڪين سان، تن وٽ اڇائي اُجرائي ڪٿان آئي؟ الٽو وٽن گند جا گدام لڳا پيا هوندا هئا. ڪير جو سندن پاسي ۾ ويهي سگهي! قضائي، جي ڪنهن ڪم بخت جو پالو سندن پاڇي سان لڳي ويو، ته گهگهو گهگهو پيندا اٿس؛ اها بوءِ بنهه نه لهي. جهڙا هئن جسم گدلا، تهڙا هئن هنڌ هيڻا. مهاڻن ۾ اهڙا ڪارا ۽ ڪوجها هئا، جو ڏٺي ڪراهت وٺي ٿي وڃي. مگر وٽن هڪ ايئنگر هئي، جنهن جي سونهن جي ڪهڙي ساراهه ڪجي! شڪل شبيهه نوڙي هلت چلت ۾ مهاڻي مور نه هئي. وينرا الهيءَ ڪِن جي ڪُن ۾ املهه ماڻڪ هئي. منهن مان اهڙو ته نوراني حسن پيو ٽمڪندو هوس، جو کيس سڏ پيدائي "نوري" هئا.

ڄام تماچي شڪل شڪار جو نهايت شوقين هوندو هو. هڪ ڀيرا جڏهن ٻيڙيءَ ۾ چڙهي، ڪينجهر ڍنڍ جو سير پئي ڪيائين، تڏهن اوچتو سندس نظر وڃي نوريءَ تي پيئي. نوريءَ جي ليڪڻ ۾ اهڙو ڪو ڪامڻ هو، جو کيس ڏسندئي ڄام موهجي ٿي ويو. جڏهين موٽي محلات ۾ آيو تڏهين کيس ڪي به نه ٿي اُڃهيو. نوريءَ جي ناز اهڙو ته سِڄهائي وڌو هوس جو اُن ڪانسواءِ ڪن به آرام نٿي آيس. آخر ذات پات جا وهم ڦٽا ڪري، نوريءَ جي مائٽن کي سڏائي، ڪالهن سندس سڱ گهريائين. مهاڻن جي ته الله ٻڌي، سو وڏيءَ خوشيءَ سان قبول ڪيائون. پوءِ ته شادمانا ٿي ويا.

خزانن جا دروازا کلي ويا. سون ۽ روپي جون رالڙيون لڳي ويون، هزارن جا هيرا ۽ لکن جون لعلون لٽجي ويون. مهاڻن جو ڀڳ تخمه وري ويو. ڍلون ۽ محصول مڙيئي معاف ٿي ويا ۽ ساري ڪنجهر ڍنڍ مٿن امداد ٿي ويئي. آخر جام نوريءَ جي ڳالهين ۾ پڙهو ٻڌي، آئي ڪيس راڻين ۾ راڻي ڪئي. محلات ۾ ساڻس ڏاڍا سهڄ ڪندو هو. ڪڏهين ڪڏهين ته سندس محبت ۾ اهڙو مست ٿي ويندو هو، جو مورچل ڪڻي پيهي مٿانئس هڻندو هو. وقتي ته ڪيس ساڻ ڪري، ڪنجهر ۾ مڇيءَ جو شڪار پيو ڪندو هو. نوريءَ ڪسي ايڏي اوچ تي ڏسي ونس سوين سلامي ٿي ايندا هئا. خود سمبون جي هٿ ۾ پيبون ڇڇنديون هيون، لنکي ۽ سندس اڳيان ليچ لوانڻو پوندو هو. ۾ اهڙي سهاڳ هوندي ۽ نوريءَ جو من ته وڏيو. جي ناز هوس نه نياز جي ۽ منجهس ڪمي ڪانه هئي. گرب ۽ گاءِ جي ته بوءِ ۽ ڪانه هيس. جام کي هميشه انين ٿي پيئي چوندي هئي ته آءٌ غبين پري مسڪين مهاڻي آهيان. پنهنجا وڙ ڪري مون ليچ کي لوازڻ اٿيئي. شال ڏٺي ڪندو ته ٿنهنجو لنهن لٽ ليمهه ٿيندم.

جون ٿا ته هڪ پيري جام تماچيءَ جي دل ٿي ته نوريءَ [illegible] نياز ۽ لٽرڻ جي پرک لهان ۽ سو حويليءَ ۾ چوائي موڪليائين ته [illegible] شام جو، سيئي سهي سنيري ويهجو ۽ پوءِ آءٌ اوهان مان، [illegible] جمع چاهيم، تنهنکي ٻاڻ سان گڏ گاڏيءَ ۾ چاڙهي [illegible] وبي هلندس. هي ٻڌو سٺي، سڀيون سينڌ سرما ڪري، [illegible] سنگاري ويٺيون، ۽ هرهڪ انين پئي سمجهيو ته جام [illegible] ويندو. نوريءَ لڪو ڪو هو هار لڪو سينگار ۽ آلـو [illegible] ويو اوڍي، تماچي ٿي ويهي رهي. جام مقرر ڪيل [illegible] ۾ ڪيڙي آيو. سڀئي اوچا ڳاٽ ڪري سندس [illegible] ويون ۽ ناز نخرا ڪري ڪيس ريجهائڻ لڳيون ۽ [illegible] نوريءَ ته هڪڙ هيٺ ڪري تماشائيءَ سان [illegible] جام وڃي ونس ويو ۽ ڳالهين کان ولي وجي [illegible] راند جو ڇاڻس ڪهي قري ڪهر موٽيا، لڏهين [illegible] پنهنجي لٽ راڻي پڌرو ڪيائين.

سخن جنهنجي کي سچ ناهي،
واعدا کيو پيئي ور ور ڀاهي؛
پنڌ کان اڳ ڪَرُ لنگون ساهي
جهڙيندي ڇا سا مرد جي دل؟

ڌرمون جنهنجي دل نرم اٿيئي،
پنبطين وچ جا شرم اٿيئي،
هردو جنهنجو هردم گرم اٿيئي،
جهڙيندي سا لاشڪ مرد جي دل.

## جهڙيندو ڇا سو زال جي دل؟

سچو جنهنجو قول ناهي،
همت پريو ٻول ناهي،
سويمان جهڙو ٻول ناهي،
جهڙيندو ڇا سو زال جي دل؟

بدن ۾ جو آهي ڏٻرو،
ڪرتوتن جو آهي ڪبرو،
ڳالهه ڳالهه ۾ حد اُبهرو،
جهڙيندو ڇا سو زال جي دل؟

اَک ۾ جنهنجي شور ڪينهي،
دل ۾ جنهنجي غور ڪينهي،
آهي مرد جو سرد سيني،
جهڙيندو ڇا سو زال جي دل؟

ڌرمون اندر جنهن سدا سچ اٿيئي،
پريل اُلفت جو هردم مچ اٿيئي،
پير جو پاڙڪان اڳ پچ اٿيئي،
جهڙيندو سو لاشڪ زال جي دل.

---

## غريبي

١- غريب جي جوءِ سا ٿي جڳ جي پاڇاٿي،
سمجهه اُهڙي اندر انسان اڃاڻي ڪٿي آئي!

٢- لچو لنگو ڪوڙو ڪنهيو آهي ضرور غريب،
هرهڪ برائيءَ جو باعث آهي ضرور غريب.

٣- سچائيءَ چالين ۾ پڻ قدر غريب ڪولهي،
مٿي مالن هوندي نه ڪوئي غريب ڪولهي.

٤- اڪيلي سر ڪٽيو غريب پهچنو بار،
دل ۾ رکي همت، اُپ ذي ڪريٿو لهار.

٥- غريب جا ڪارج سارا، ازخود راس ٿين ٿا،
غريب توڪل آسري، سدا جڳ ۾ جيئن ٿا.

٦- غريبي گلزار آه، غريب غريب آهي گل،
هرحال ۾ رهه شاڪر، وٺرڪ ڏرون ڪبر رل.

---

## شاهوڪاري

شاهوڪار جو سالو سڏائڻ ۾ هرڪو خوش،
غريب جو پٽو ٿيو ٻايوس، ناهي خوش،
جهان سارو خوشامد تونگر جي ۾ خوش،
جي آهي مالدار ناڪو بهادر نامزاج خوش،
دانا نه هو بينا نه هو، پاڪ نه هو ني پاڪ نه هو،
ڪٿي سعدي ڪان جا ٿي، آه مجالس جهان خوش.
زر ذريعي ونيٿو هو، موجون سڀ ڏلهوي،
ناهرتين ناسه لي پاڇي، الهيءَ نڪسات لي لي خوش.
سمجهه ڪراو ڪا پاتر و آهي تونگري حالي قرض،
نيو قرض ڏرون اي، ٿو هلڪو غريبن جي ۾ خوش.

# هاڻوڪا شاعر

## (١١) ڪشنچند تيرٿداس کتري (تخلص: بيوس)

### شروڻ ڪمار

١- چڪي آيو ڇوه مان، ڪڙڪو ڪان ڪري،
ڪولڊر ڪناري ڪريو، سر ۾ سيس ڌري،
هت بياسي ٻيءَ ماءُ جو، ڄر ري جيءَ جري،
هتي ٻاڻ ٻري، شروڻ شير شرير ۾.

٢- ٻڙ ٻڙ ڪندو جُڙي، گهڙيو گهڙي ۾ پاڻي،
هن ۾ سينگ، سٺين ڪئي، هت هاٿي جاڻي،
اچي هن اتفاق سان، سالجهي ٿي ساڻي،
اولده اياڻي، جنهن دوڪو دسرٿ کي ڏنو.

٣- ٽڪيو ڪِري ٿه ڪري، ٻلي ٻاڻ جهلي،
پاڻي ڪٽي ٻيءَ ماءُ ڏانهن، هاڻي ڪيئن هلي؟
جيڪس جن جي جان ٿي، ٻنا جل جلي،
ساڻن ڪير سلي، حقيقت هن حال جي؟

٤- ناز نه جن کي نور لي، جي اکين ڪان آجا،
رڻ ڪيءَ راجا، تن جي هڪ ٿي هوت سان!

٥- تو جو هنيو هڪ ٽي، تنهن ٽنگر ماريا ٽي،
هڪ سُر منهنجي سر مٿي، ٻيو پيلو پتالي،
ٽئين سيلي سيني کي سليو، منهنجي ماتا جي،
ٻنا جوت جوڙي کي، تو ٽرچيو تير سان.

٦- مونکي پنهنجي پار جو راڄن خاص نه خيال،
پر مون ڌاران ٻيءَ ماءُ جو، جڻڻ آهه جنجال،
ساريندا سنسار ۾، ساعت ساعت سال،
ڪر پلاڻي پال، تن کي تانڻ سان وڃي.

٧- اٿي شروڻ شير جو، پويون آهه پساهه،
سريو ڪناري ساهه، سورهيه ڇڏيو سيگهه ۾.

٨- دلو ڪٽي دسرٿ، پگو نيڻ اچوئيندي،

راجن روئندي، هلو هو وڻهار لــي.

۹- اڇا جي آواز جو، برهان بين برلاءِ،
اٿي عشق اکبر مان، پڪاريو پيءُ ماءُ،
”دير ڪيءِ ڪيئن دادلا، دل پر هو ڏڏڪاءُ،
آءُ هلي لــون آءُ، اُنٽن جيون جا آسرا!“

۱۰- سڻندي سڏڙو سڪ پريو، دسرٿ دل هاري،
هلي نه هياري، ڪڇي ڪجهه نه اُکلي.

۱۱- هت وس حيلن سان، ڪئي دسرٿ دلبري،
چي: سربو ڪناري ساڄهه تي اليمت اللبري،
مون پي گنج گمان تي، سبگ سنئين سبري،
ٻول ٿيو ٻيري، ٻيگڙ منهنجي ٻاڻ سان.

۱۲- سرپوءِ تي سنڪا پريا، تاب چڏي تحمل،
پاڻيءَ پر پيدا ٿيو، وڏو هلاچو هل،
دسرٿ دکي درد پر، پر ٿيو .بلڪل،
جڏهن ٿيو گل، ڏيو شروڻ شبر جو.

۱۳- ”دسرٿ دردولدن اُلي، ڪيءِ ابر ابراڌ،
شروڻ ڏيءُ شراڌ، ڪندو ڪير شردا رکي.

۱۴- ”اوهين آهوڌ يا ڏائهن هلو، جتي منهنجو راح،
اُلي اوهالکي ڪين ٿئي، اُرچڻ يا احتياح،
هڪمو همبنه لاءِ رکان، سڪ سمپت جو ساح،
ڪندس اوهالجو ڪاج، ٻمهنجي عئين ٻاڻ مان.“

۱۵- وڌ پاليون هن ويو تا ابوڏيا ڪان اُکني،
سا چکيا چنا جي تري، تو جا ڏيل ڏلي،
سڙي دل سڪرات لي ٻوڙي، ڪبن ٻلي،
چڏي سب جئي، اُسان آس سنسار جي.“

۱۶- شروڻ ساڻ چکيا چڙهيا، ورد ڪندا ورلاب،

اسطم

ٻپي پنهي ٻپسين ڏاو، سڙلدي مهل سراپ،
نہ دسرت تنهنجي لاءِ هي ٻرگهٽ ٿيندو پاپ،
پنتر سندو سنتاپ، سهندي، مرندين سيگهه ۾.

## هاءِ هاري

١- تنهنجي تصوير منجهان وهم جو ڪنياءُ ٻکي،
تنهنجي فرياد مان بيداد جو ورتاءُ ٻکي،
تنهنجي بد حال منجهان عام جو ايذاءُ ٻکي،
ماٺ تنهنجي مان غضبناڪ غوغاءُ ٻکي!
جان جند پنهنجي جفائن ۾ پگهاري ڳاري،
نہ ٻہ دلاور تي اچا دل نہ تو هاري، هاري!

٢- تي اُيو اولدو تو رونبن ۾ ڪٽي چيلهہ ڪبي،
بير پاڻيءَ ۾ ٻبيا، جان پسيني ۾ ٻبي،
زندگي تنهنجي غلاظت جي لپاٽن ۾ لبي،
جسم کي صاف ڪرڻ لاءِ نہ صابڻ نہ سبي؛
موذي مرضن ۾ پٽي موت جو سواو ٿين شڪار،
تيو سقيمي جي سبب تو ۾ دوائن جو ڏڪار.

٣- تو ڏنا ٻوکي گهڻا پر نہ کنيا قوت ڪٽا،
جي رڙاها نہ رجهڻ جا سي چبيا سخت چٽا،
تنهنجي گندين ۾ گهڙڻ لاءِ گُهڻا ٿي ها گهٽا،
مال کاجي ويو رهيا باقي تهن جا کي ڪٽا؛
جنهنجي رت ساڻ ربيع، خون سان پلجي خريف،
هاءِ بي قوت رهي پاڻ سو هنري ۽ حريف!

٤- پهچ تنهن جي کان زميندار سدا آهي پري،
ووٺ، بيگر جي سمي ياد وڏيرو تو ڪري،
چو نہ اُن وقت سندس توکا اسواءِ تي نہ سري،
کم ٽپائڻ لاءِ کنيو توکي دلاسن سان پري،

پنهنجي طاقت جي ذرو ماٺ نہ هاري لوڪي،
فرض پالين ٿو، حقن حاڻ نہ هاري لوڪي.
٥- گهور اونڌہ جي ٻيھ ٻيت ۾ پرڪاش وسي،
سخت ٻت سوڙهہ ۾ ٿي طوفان جو امڪان لسي،
درد حد پنهنجي لنگهي روپ شفا جو ٿو ٻسي،
خاص ”ٻبوس“ لي ڳجهودست ٿو قدرت جو سي؟
ٿو لاءِ آڪاس منجهان گرجندا بادل تا اچن،
مهر جو مينهن ڪنبو، ٻرجندا بادل تا اچن!

## قوميت

١- چوٽ ڪالي ڪاميابي لنهنجي قدمن لي ڪري،
سوڀ جو روشن ستارو لنهن جي محور لي ڦري.
٢- لنهنجي ٻرڪت سان ٻون تا ماڪ مان موتي لٽي،
خشڪ بادل مان ٻون ٿبون آمرلي ٻولدون ڇٽي.
٣- ٿو ملي آزادگي سورج کي ٿوڪان تاج زر،
او ٻڪي روبي سروپا خوش لصيبيءَ جو قمر.
٤- ماڻہ لنهنجيءَ ۾ مها ساگر لکي جي گرجا،
ٿو ڇڪيءَ جي چوٽ سان زانجير فولادي جيا.
٥- لفظ ”نا ممڪن“ نہ ٿئي ٿو قوميت جي ڪوش ۾،
خوب ڪالي نا اميدي ٿي رهي رو پوش ۾.
٦- سخت سختيءَ ۾ لسلي بخش لنهنجو خيال،
ٿي ڪري ميدان مصيبت مخملي سيجا مثال.
٧- ٿو ھتان حاصل ڪري ٿي حسن قرباني ڪمال،
جبر ٿحرڪ ۾ پري ٿي خاص جلوو ۽ جمال.
٨- لنهنجي آڏو آدرش انسانيت اوچو سدا،
سب برابر ٿو اڳيان، مفلسي، غني، شاه و گدا.
٩- جان ٻوي ليجي نظر ٿي لنهنجي اوچي چوٽ تان،
سب تفاوت ٻا جمل ٿسجن تا واريءَ ڪرت حان.

۱۰- رنگ، مذهب، حيثيت کان تنهنجو دامن صاف آهه،
پاڪ يڪطرفي اُتل کان ساهمي انصاف آهه.
۱۱- مختلف هستين ۾ آئين محبتي ميلاپ تون،
بي سريلي ساز کي ميلي، ڪيين آلاپ تون.
۱۲- تنهنجي پيڪر ۾ پري! آهي پري جادوگري،
تي ڪري دنيا چري تنهنجي دلارا دلبري.
۱۳- تو سوا وئرت وچي طاقت تباهيءَ ۾ تمام،
ملڪ مردن سان پريل چڙ آهه مردن جو مقام.
۱۴- تنهنجي مضبوطيءَ بنا تي ديش يڪتي بي جسي،
بي نمڪ جئن طعام ۾، هر چيز "بيوس" بي چسي.

## ڪوي ڪاليداس

خاص جڳ پرسد ڪوي، ڀارت جو ڪاليداس آهه،
جنهنجي ڪوتا جي سڳنڌيءَ سان، پريل اتهاس آهه.
۱- وڪرماجيتني سمي ۾ هو جنم ڀومي اُجين،
هند جائي جو ڪوتا روپ ۾ جڳ واس آهه!
۲- شاعري دنيا ۾ تيسين چمڪندو چمڪات سان،
جيسين سج ۾ سوجهرو ۽ چنڊ ۾ پرڪاش آهه.
۳- بي بها ڪوتا ڪلا ۾ چا ڪرامت تي چڪي،
سنسڪرتي ساهتيه ۾ پيو ڄڻين سر ساس آهه.
۴- ناٽڪي دنيا جو آهي نازنانءَ شڪونتلا،
ساڪنا جنهن جي سان بر هي پرتوي آڪاس آهه.
۵- هن ڏنو سوکيم درشٽيءَ سان سرشٽيءَ کي چٽو،
هر نظاري ۾ لڳون انيوَ سندو اڀياس آهه.
۶- آهه ڀولي ڀهڳٽي چا، رُوپ راڻي رس پري!
ڪوت ڪوتان چاش رسنا سان پريل ميناس آهه.
۷- بن هزارن جي بڍي ڪوتا لڳي تي نوجوان!
نت نوائيءَ کان لڳون "بيوس" سندس رهواس آهه.

پنهنجي طاقت جي ذرو ماڻ نہ هاري لوڪي،
غرض پالين تــوں حسن جاڻ نہ هاري لوڪي.

۵- گهور اولڙه جي بيهه پٺت پر برڪاش وسي،
سخت ٻت سوڙهہ ٿي طوفان جو امڪان نسي،
درد حد پنهنجي لنگهي روپ ڌنا جو تو پسي،
خاص ”بيوس“ ٿي ڪهڙو دست ٿو قدرت جو وسي؛
تو لاء آڪاس منجهان گرجندا بادل ٿا اچن،
مهر جو مينهن ڪيس پرجندا بادل ٿا اچن!

## قوميت

۱- چوٽ ڪالي ڪاميابي لنهنجي قدمن ۾ ڪري،
سوب جو روشن ستارو لنهن جي محور ۾ ڦري.

۲- لنهنجي برڪت سان ٻوڙن ٿا ماڪ مان موتي ٻڻي،
خشڪ بادل مان ٻون ٿيون امرتي بولدون ڇڻي.

۳- تو ملي آزادگي سورج ڪي لوڪان تاج زر،
تو ٻڪي روپي سروپا خوش نصيبيءَ جو قمر.

۴- مات لنهنجيءَ پر مها ساگر لکي جي گرجنا،
تو ڇڪيءَ جي چوهہ سان زانجبر فولادي ڇنا.

۵- لفظ ”نا ممڪن“ نہ تني تو قوميت جي ڪوش پر،
خوف ڪالي نا اميدي ٿي رهي روپوش پر.

۶- سخت سختيءَ پر لسلي بخش لنهنجو خيال،
ٿي ڪرين ميدان مصيبت مخملي سيجا مثال.

۷- تو هٿان حاصل ڪري ٿي حسن قرباني ڪمال،
هر لهرڪ پر پري ٿي خاص جلوو ۽ جمال.

۸- لنهنجي آڌو آدرش إنسانيت اوچــو سدا،
سب برابر تو اڳيان، مفلسي، غني، شاه و گدا.

۹- جان پوي نيچي نظر ٿي لنهنجي اوچي چوٽ تان،
سب تفاوت جا جمل ڏسجن ٿا واريءَ ڪوٽ جان.

۱۰- رنگ، مذهب، حيثيت کان تنهنجو دامن صاف آهه،
پاڪ يڪطرفي اٿل کان ساهمي انصاف آهه.

۱۱- مختلف هستين ۾ آئين محبتي ميلاپ تون،
ان سرِيلي ساز کي ميلي، ڪڍين آلاپ تون.

۱۲- تنهنجي پيڪر ۾ پري! آهي پري جادوگري،
تي ڪري دنيا چري تنهنجي دلارا دلبري.

۱۳- تو سوا وترت وچي طاقت لباهيءَ ۾ تمام،
ماڪ مردن سان پرِيل جتا آهه مردن جو مقام.

۱۴- تنهنجي مضبوطيءَ بنا ٿي د يش يڪتي بي جسي،
ان لمڪ جئن طعام ۾، هر چيز "ايوس" بي چسي.

## ڪوي ڪاليداس

خاص جڳ پرسڌ ڪوي، ڀارت جو ڪاليداس آهه،
جنهنجي ڪوتا جي سڳنڌيءَ سان، پرِيل اتهاس آهه.

۱- وڪرماجيتي سمي ۾ هو جنم ڀومي اُجين،
هند ڄاڻي جو ڪوتا روپ ۾ جڳ واس آهه!

۲- شاعري دنيا ۾ تيسين چمڪندو چمڪات سان،
جيسين سج ۾ سوجهرو ۽ چنڊ ۾ پرڪاش آهه.

۳- بي بها ڪوتا ڪلا ۾ جا ڪرامت تي چڪي،
سنسڪرتي ساهتيه ۾ پيو تئين سر ساس آهه.

۴- ناٽڪي دنيا جو آهي ناز ناٽڪ شڪنتلا،
ساڪنا جنهن جي سان ۾ هي پرتوي آڪاس آهه.

۵- هن ڏنو سوکيم درشٽيءَ سان سرشٽيءَ کي چٽو،
هر نظاري ۾ لڳون اليو سندو اپياس آهه.

۶- آهه ٻولي ڀڳتي جا روُپ راڻي رس ڀري!
ڪوت ڪوتان چاش رسنا سان پرِيل ڀيناس آهه.

۷- ٻن هزارن جي ٻڍي ڪوتا لڳي ٿي نوجوان!
لت اوائيءَ کان لڳون "ايوس" سندس رشواس آهه.

## (١٢) چنديرام ٻولچند آڏواڻي

### ڊاڪٽر گربخشاڻي

١- سنڌ جو سوڀارو، آڏيسي آب جو سنارو،
هئي هٿ شال سوڀارو، ڊاڪٽر گربخشاڻي.

٢- هو سنڌيءَ ۾ هوماهر، پڻ پارسيءَ جو هو گوهر،
انگلش ليکي سڪالر، تنو ڊاڪٽر گربخشاڻي.

٣- ڇا حقيقت نورجهان، ڇا ڪتاب روح رهاڻ،
سڀ ڪن سنڌي وکاڻ، ڊاڪٽر گربخشاڻي.

٤- شاهه جو رسالو مينا ٻزار سو مصالحو،
قائم ڪرڻ تا نالو ڊاڪٽر گربخشاڻي.

٥- موهن ٻولي سنڌي، انگريزي پارسي هندي،
ياد هرڪا ڏيندي، ڊاڪٽر گربخشاڻي.

٦- پارن سان سچو هو، تعصب کان ٻچو هو
آدمي ڦن ۾ رچو هو، ڊاڪٽر گربخشاڻي.

٧- هو صاحب سنڌو ثروت، لهنو ۾ ضبلت
علميت و قابليت، ڊاڪٽر گربخشاڻي.

٨- ناز آدمي سنڌ جو، هو ماڻڪ هڪڙو هند جو،
دنيوي ٻر رلڊ جو، سو ڊاڪٽر گربخشاڻي.

---

## (١٣) روچيرام گنگارام سڌاڻي (تخلص: جاڳر)

### شاعر ڪير آهي؟

شاعر جي شهرت آهي سماڻي شعر ۾،
قافيه نه رديف نه وزن [illegible] ۾،
[illegible] شعر ڪا زمين جو مايوس ماڻ[illegible]سان تا؟
[illegible] ڪو ڪانءُ جو ڪري رهيو آهي ڪان... ڪان؟
[illegible] ليو [illegible]ارو نه شعر ڪي اٿين ڪارٻو،

وزن کي هٽي ٻن وزن ٻـيـو کو ويچاريو.
نالو کنهنجو نه چڙهي بس خلق مجهالس قائـي،
لفظ لفظ ۾ پنهنجي پوءِ خوب پري گستاخي.
جي هي لفظ هت ۽ هو هت ائين ناهه آهي،
باقي جو چوي ٻئي ريت، مڙيوئي گاهه آهي.
او پکوان آچار پنهنجي کي ٻ، تو ڏني وزن هن ريت،
جي سخت لڳايو وڍ ۾ سان ۽ نرم ساڻ پريت.
ڇڏي واهيات وڏ والي، جي سوال پڇي کو اهو کٽي،
ته شاعر سڏجي کنهن کي، کوي کهڙو سرومٽي؟
جاڳر جيکر جهت چٽي، نظر جنهنجي سان نظر ملي جان،
هردو تري پـوي پاٺهي، يا جاڳي آتي جوش وچان.
لفظ لفظ شاعر جي ۾ طاقت آها رهي تي،
هر چيز تئي تي روشن، اولڌهه سـب لهي تي.

---

## (١٤) شري نارايڻ (شام)

## اي کاش!

جـتـان پـولـيـر آسائتا ويا نراس،
آهي گل ۽ مکڙيـون وچن شل هجي!
وريـو جنجي در تان آکنديو اداس،
وڃي هت مٽي سولهن سا خاک تي!
وڏي جنهنجي سايه ۾ ظلم آسپاس،
سکي تنجا شهزور بـازو پـون!
غلامن غـريبن جـو جن ۾ نـواس،
ڍهي اهڙا مندر محل، بت ٽـيـن!
پڇو هک نه پـر هڙئي تارازيون،
جي تورن سپت جي عوض پاؤ سير،

تن لڄون برباد سڀ سازشون،
ڏٻڻ جي نه پر جنکي مڙڻ جي هير؛
رهي خالي محتاج جو همت جتي،
نه ان ملڪ ۾ ڪا به ڪوڏي ٻجي!

## جلاوطنين جو گيت

(١)

پارت جي خمر ڏيهه او پارت جا مسافر!
همت دور رهي ديس کان غمگين رهون ٿا؛
لڙڪن جون لڙهيون سار جي تارن ۾ پڪون ٿا؛
آکري، قتايل پکي جان سور سهون ٿا؛
هر گل جي مٺي مرڪ ڪري ياد رئون ٿا.
ڪومائي خزان ڦول ڇڏيا چمن جمن کي؛
بي ٻر هتي ٻنڪون ٿا پرندن کي ٻڌائيج؛
افسرده دلبون همت ٿيون رلن چمن گلن کي؛
۽ ڳالهه سندن لوڪ جي ٻن ٻن کي ٻڌائيج.
ڏس، ديس جو سو اوج ڪمال آهي ڪ ناهي؟
سو شان اڳيون جاه جلال آهي ڪ ناهي؟
باغن ۾ گلن جو سو جمال آهي ڪ ناهي؟
ڪنهن دل ۾ اسانجو خيال آهي ڪ ناهي؟
ساوڻ جي گهٽائن کان ۽ متوالي هوا کان،
باغن ۽ بهارن کان ٿي ڇا وسري وياسين؟
دريا جي ڪنارن کان ۽ رنگين فضا کان،
پارت جي اطارن کان ٿي ڇا وسري وياسين؟
پرت آهي اوچا، نه رسي جن کي تصور،
ميدان، جي وسعت ۾ خيالات کي گم ڪن،
جن آهي، اوليون جي منش جي من والگر،
دريا جي روانيءَ کي ڪري ياد لڇي من.

پارت جي خبر ڏيندڙ، او پارت جا مسافر،
پارت جا، او سنسار جي جنت جا مسافر،

(۲)

پارت کي وڃي ڇَنج، او پارت جا مسافر.
پاتال ۾ پختي تي سنڌ پاڙ پيڙ جان،
ڇو هلڪي هوا توکي ڪنول وانگي جهڪائي؟
پڙ کهڙو ۽ ڇا واسطي پولرن ۽ مکين ڪان،
پڙن پڙن به انهن جي، ڇو سنڌ ڏيان ڇڪائي؟
صحرا ۾ هجون يا هجون دريا جي ڪپڻ تي،
ڇا بزم ۾ ڇا رزم ۾ جنهن هند گذاريون،
تنهنجوئي هجي پيارو منو نام چپن تي،
دشمن سان سنڌ، صلح جي وائي به نه واريون!
ڪنجوس ڪوئي لالچي پارت ۾ نه ڏسجي،
نادار نه ڪوئي هجي بيڪار نه ڪوئي،
يڳوان! انهن کي به تون پارت ۾ رهڻ ڏي،
پر ڌرتي زمين تي رهي غدار نه ڪوئي.
اُن ڏينهن نه دليا ۾ رهي جسم اسان جو،
جو تنهنجي ڪسڻ واري اکيان ڪند نوايون،
دشمن جو رهڻ ئي نه ڏيون نالو نشان ڪو،
۽ تنهنجي بچائڻ ليء ڪڏي ڪند ڪپايون.
گنبير ڪڪر جان تي ۽ بي تاب ڪنوڻ جان،
ساگر جو رکي جوش ۽ طوفان جي طاقت،
پربت جي اَٽلتا سان ۽ رڻ پٽ جي تپت سان،
برباد ڪريون لحظي ۾ دشمن جي جسارت.
پارت کي وڃي ڇَنج، او پارت جا مسافر،
پارت جا، او سنسار جي جنت جا مسافر.

## غزل مستزاد

١- بيمار جو فرياد ٻڌي، داد و دوا ڪر،
ٻڌ اُنکي شاد ڪر.
بيداد لي پلجي ۽ ستم ڪر نہ روا ڪر،
داور پيو ديا ڪر.

٢- فرقت ۾ مري لنهنجي تو بيمار مسيحا،
آهين تون ڪٿي لا؟
پهنجي تون لبن جو نہ دم اعجاز نما ڪر،
جلدي ڪا شفا ڪر.

٣- هڪ ٻار زلف هار وڌا دام دلين کي،
ڦاسائي ولهين کي،
باقي تون ڪجل پائي سو نختو نہ ٻيا ڪر،
ڪجھ خوف خدا ڪر.

٤- سالن کان سلي آهي مون جدائي جي مصيبت،
ڪر يار ڪا رحمت،
سر منهنجي کي، تون اچي ڌڙ کان هاڻ جدا ڪر،
يا پهنجي وفا ڪر.

٥- اي يار انکھ نيچيء ساٿي خلم تو ٻاريو،
مشتاق کي ماريو،
لي شوخ ٿي هاڻي نہ تير قضا ڪر،
بيدا نہ قضا ڪر.

٦- دل آهہ عزيز آ تو ڏي ياو کي از خود،
ڪر هاڻ نہ ڪر ڪر،
صبح سبہ تون صبر ۽ نہ ڪنهن دل مان صدا ڪر،
ڪهنجي نہ گلا ڪر.

## (۱۷) شري پريو چگاڻي

### برسات

منهنجو ڪيلاس پر ۾ برف-گهر هو،
اچانڪ منهنجو وايوءَ ۾ سفر هو،
منهنجو آڪاس تي ڪنهن دم گذر هو،
هيءَ سڀ سورج جي تابش جو اثر هو،
منهنجو ڪرڻ جي ڪشتيءَ ۾ نڪرڻ هو،
منهنجو پورب جي پاسي کان اچڻ هو.

وسڻ آيون وڄون ڇا وڃ کپي تي؛
سريلي سارنگي سُون لءِ وڳي تي،
پنا پت اندر لٺ رنگت رچي تي،
۽ نيلم-محل ۾ ناچڻ لڳي تي،
هيءَ منهنجي آڄيان جو شور هو سڀ،
شراب حسن جو هي دور هو سڀ.

منن جان مان ڪندي آنهون تي آيس،
دکي دل مان ڪندي دانهون تي آيس،
مان ڪرڻ کي ٻڌي ٻانهون تي آيس،
فرشتن جي گويا سامهون تي آيس،
مان اندر ديوتا جو چت چرايو،
زبردستيءَ سان جهن عرشين اڏايو.

تي لسري جڻ جواني نوجوان مان،
وڇي جڻ موج تي موج روان مان،
هلي هبڪار ٻاهر گلستان مان،
تثي پرواز جڻ تو روح جان مان،
لڻن مان پاڻ کي عرشين اڏايان،
هماليه جي صفت جا گيت ڳايان.

مان موتين جي طرح چادر تي چمڪان،
گهنا جي جهمڪندڙ جهالر تي جهمڪان،
ٻڌهن ٽم ٽم ڪري ڪڪر مان ٿي ٽمڪان،
مان چيڙن جي ڪري چم چم ٿي چمڪان،
گويا سلمي سنڌين سهڻيون ستارون،
ڪرن ليکر جي ڳهڪري ۾ مان ٿيون تارون.

لعل واري ٻه رڻ جي مان، ٿي ٿاريان،
۽ منهن مکڙن جي مان ٿي ڏٿاريان،
گمان هر دل ۾ مان ٿي ٿي آٿاريان،
مان جڏ چولري ۾ منجهان ٻاٽي ٿي هاريان،
ڪوٺي سمجهي ته جنس مان ليارا،
تا چنڪن آب ڪوثر جا ٿوڌارا.

ساري عالم کي منهنجي سار آهي،
منهنجي لاءِ هر بشر کي پيار آهي،
وسڻ ڪان جي مولڪي ڪو عار آهي،
منهنجي لاءِ منتظر هر ٻار آهي،
وسان ره جهم ته ڪن پيچ مولا،
ڪبان چم چم ته ڪن تا پيچ مولا.

سڀي مون لاءِ ٿين سڄ واجهه پائي،
منهنجي برڪت منجهس مولي اُپائي،
ٿي ٻر کي اهر ٻلڪن ۾ ٻٽائي،
ڪٺي مان ڪٻج ٿي ڪيڏا ڪرائي،
لبارا رانڪ چا چا ٿي رچايان،
مزو ۽ موج ڪيڏو ٿي مچايان.

ٻوي ٿو ساهه هر ناري ۾ مون ڪان،
هسي ڪيڏو ٿو گلزاري ۾ مون ڪان،

لـــظـــم

اڳي تي هير هڪاري ۾ مون ڪان،
ڦري تو ڦاڳ هر ڦلواڙي ۾ مون ڪان،
تئي ڪولڃن سندي ڪونجار مون ڪان،
چٽن چيھن سندي چونگار مون ڪان.
وٽن پوشاڪ سبزي جي تي پهري،
ٽپي هر ٽار تي خوش تي تي قمري،
مون نرگس جي ڦٽائي لنڊ گهري،
چمن ۾ چڙهي آيو چيت اُبري،
وڏي وس تي ڪيون ڳالهيون ڳدوارن،
پلر پي تي تـنـواري تـات تـاڙن.
مان ٿي تي جان بيجان ۾ ڦوڪيان،
مرن مرگهن پکين پڃن ۾ ڦوڪيان،
رڍن ۾ پي ۽ رڍارن ۾ ڦوڪيان،
سمندر ۾ چا مان صحرائن ۾ ڦوڪيان،
گلن اندر اچي رنگت تي مون ڪان،
رسي هر مرد کي فرحت تي مون ڪان.

## (١٨) شري سوڀراج نرملداس

## ڪچڪول خيالي

١- ڪيترا سال ويا، ڪين تي دل ترپائي،
تي وڪارن جي بلي، عمر لبھ گم جائي.

٢- ترڪ جا پور چڙهن، هاء وچن سي وڙي،
گوڙ گهمسان زماني، جي ڪيم سودائي.

٣- رزق منهنجو تيو، تڪليف سان شامل هرجاء،
۽ تي تقدير ڪنن، ڪونه تڪيو، هت چائي.

٤- مولڪي انڪار يا اقرار مان ڪي حاصل ناهه،

تنهنجو ڳجهه لوڪي ڪن، مهنجي اکين لي سائي.

٥- دل گهري ٿي، ته اڪيلو هجان، والدو هرجاءِ، چڙي وستار ٻيا، تنهنجي ڪمايان وائي.

٦- ٻڌلن هولدي ڪو آزاد رهي لسر ورلو، ڪوڪر وڙن ۾ جنڪ، جنهن جي پلي پختائي.

٧- جبس چالبهٔ وره، هاٿي ٻبحاه جي ٻير، مون ڪلو يون لي ڪر، لطف مان لالن دائي،

٨- ناحهه ٻاحهارا ڪري، ڪر سگهو آزاد مولکي، ٻڌلن چار ڪمي، ڪر مولکي بي غم حالي.

٩- سهل روزيءِ سان عطا، داوَرا ڪر شوق مولکي، ته صحت جان سان، جانب جي ڪريان نهلبائي.

## (١٩) شري هري درياڻي (تخلص: دلگير)

### (١) نهڪ ڏي

١- سنسار هيءُ خوشيءَ لاءِ سائينءَ سچو ٺاهيو، راحت جو رنگ جنهن ۾ هر شيءِ مٿان رچايو، هرڪو خوشيءَ لاءِ آيو، تون نهڪ ڏي خوشيءَ جو.

٢- سنسار هيءُ سراپا جڳ نقش آب آهي، جنهن ۾ اسانجي جيوت مثل حباب آهي، سنسار خواب آهي، تون نهڪ ڏي خوشيءَ جو.

٣- جا نهڪ ڏيئي نڙي ٿي، جهنگل جو صاف جهرڻو مستيءَ ۾ ڪٿي اچي ٿو، حالديءَ جو صاف ڪرڻو هرڪنهن کي لبب مرڻو، تون نهڪ ڏي خوشيءَ جو.

٤- آڪاس جو پيالو، راحت سان تار آهي، قدرت ۾ ان لشي جو خاصو خمار آهي، هر شيءِ بهار آهي، تون نهڪ ڏي خوشيءَ جو.

٥- خوش ڪبل ڪٿي مچائن سڀ جند ۽ ستارا،

آڪاس تي ڇا آهن اُوري عجب نظارا،
هي سڀ پسي پسارا، تون ٿهڪ ڏي خوشيءَ جو.

۶- ڏرليءَ تي جڏهن وسي ٿو ڪڪرن مان مينهن رمجهم،
نورن مان نازنين جي ڇلڪي ڇلڪ ٿي ڇمڇم،
ٿهڪي رهي آ ٽمٽم، تون ٿهڪ ڏي خوشيءَ جو.

۷- جيڪا جواني جوين آهي گلن قلن ۾،
سا موهڻي ٿي مرڪي ڪڻن ماڪ جي ڦڙن ۾،
تون ڇو پيو غمن ۾؟ تون ٿهڪ ڏي خوشيءَ جو.

۸- اونده پنيان اچي ٿي سهڻي صفا سهائي،
ڪاري گهٽا مان نڪري بجليءَ جي روشنائي،
ڪر دور غم نمائي، تون ٿهڪ ڏي خوشيءَ جو.

۹- فرحت ۾ فڪر واري فرياد ڇو ڪرين ٿو؟
ناشاد دل کي ويتر ناشاد ڇو ڪرين ٿو؟
غم ياد ڇو ڪرين ٿو؟ تون ٿهڪ ڏي خوشيءَ جو.

۱۰- دل جي غبار غم سان سڪ جو سمو ٿو وسري،
ڳوڙهن جي ريج سان ٿو گوندر جو گونچو اُسري،
پو ٿو خوشيءَ ڇو اسري، تون ٿهڪ ڏي خوشيءَ جو.

۱۱- تيزاب درد جي ۾ سارو بدن ٻري ٿو،
سورن جي سوز اندر هرهڪ هڏو ٻري ٿو،
ڳوڙهن سان اک ڀري ٿو، تون ٿهڪ ڏي خوشيءَ جو.

۱۲- ڇا لاءِ عمر توري گوندر ۾ گذرائين؟
ڳڻتي تي ٿوڪي ڪائي، ڳڻتيءَ کي تون ٿو ڪائين!
"دلگير" ڇو سڏائين؟ تون ٿهڪ ڏي خوشيءَ جو.

## (۲) سڪرات ويلي

پربل خوب ڦولن سان ڦلواڙ ۾، برهمڻ رکيو پنهنجي گلزار ۾،
مٿر ڪنڊت وارو ڪوطوطو عجيب، غضب جي هٺي جنهنکي سوپيا نصيب

جوت هيءَ کهڙي جڙي آ هند ۾؟
روشني کهڙي وري آ هند ۾؟
جڳت جو رهواسي، ڀارت گهر سندس،
دل دکيارين جي ٻڌيو مندر سندس،
ڀڳتي ساٿي، ايشور رهبر سندس،
ديش-شيوا آدرش سندر سندس؛
مات-ڀارت هڪ سپاٽر پت ڄڻيو،
ساريءَ دنيا لاءِ جو ديپڪ ٻڻيو.

جنهن ڏنو چمڪو نئون چانڊاڻ کي،
جنهن ڏني سوڀيا عجب سرهاڻ کي،
موجزن جنهن تي ڪيو مهراڻ کي،
شبد سان جنهن تي نچايو پراڻ کي؛
گود قدرت جي سو ويو خالي ڪري،
هاءِ! ويو ڀارت ۾ بيحالي ڪري.

- جنهن ڪيو اوچو ڪرم جيون-اڌار،
جنهن ڪيو شيوا کي مڪتيءَ جو دوار،
جنهن سليو "انسان آ آدي اَپار"،
زندگيءَ جي باغ ۾ آندو بهار؛
راح روحانيءَ جو رهبر ويو هليو،
دل جي دنيا جو دلاور ويو هليو.

٧- هند ماتا! ايترو ماتم نه ڪر،
لڙڪ موتين ساڻ تون دامن نه ڀر،
ناس تي ديهي ڪويءَ جي آ، مگر،
آتما گرديو جي آهي اَمر؛
پنهنجو لافاني ڪري هو نانءُ ويو،
دل-نگر ۾ تاهي پنهنجو گانءُ ويو!

۸- هو اڃڻ جو ترت هت ساڌن ڪندو،
ماس پارت ڪي اهي ترسن ڪندو،
دل جي لهڻائي ڪي هو روشن ڪندو،
جڳت ۾ پيدا نئين جيون ڪندو؛
دل اندر "دلگير"، اهڙي آس آهه،
ٻاڻ واڻي وڍو ڏئي وشواس آهه!

---

(۲۰) شري ڏيولداس ڪوڏومل ڪشناڻي (تخلص؛ آزاد
پورب سنديش يا (ٻئي جيون)

۱- حسن جو حادر رهبو نازڪ تن گلفام ۾،
سن لشن ڪان وڌ نشو ٿي مخت جي هڪ جام ۾،
پريم رس واراون نگاهون تيد ڪن دل دام ۾،
ڪين لنهن آرام ڏيندڙيون جو ستو آرام ۾؛
حسن واري، دل ڪيبندڙ لنهن پر ناري هجي،
استري- مندر ۾ گولر ترت پوڄاري هجي.

۲- مشڪ سان مرڻن ڪي موهي حسن واري حور ٿي،
مست ٿي جهولڻ لڳن سي لينهن ۾ مخمور ٿي،
پريم جا پياسي ٿڻ سي پريم ۾ مجبور ٿي،
استري اولده لنگر ۾ زندگيءَ جو نور ٿي؛
روشني گولر جي دل ۾ ڪال حاڪائي چڙي،
لينهن ٻهڄي سان تره جي ٻاه ڀڙڪائي چڙي.

۳- چيو سياڻي: "دل ڪنور جي هن طرح جاڻڻ ڪبي،
محل ۾ اچ چوڪرين جو مڙ ڪوڻاڻڻ ڪبي،
راند ڪن دوڙي ٻڇڻ جي شرط ڪا لاڻڻ ڪبي،
سوڪڙي هرڪ ڪنيا ڪي ٻڌ هٿان ڏيارڻ ڪبي،

## نظم

سوڪڙيون ڏيندي سدا رت هرڪ من هاري وجهي،
آڪ دل ۾ عشق جي گوهر الدر ٻاري وجهي.
١- مهل ۾ هرهڪ ڪنيا خوش اگيت ڳائيندي هلي،
لعل نڪ مستڪ تي هرڪا پاڻ لائيندي هلي،
وار ڪنهن چوڙي چڏيا ڪا وار ناهيندي هلي،
رنگ برنگي ويس هرڪا خاص پائيندي هلي،
ليڻ سينگاريا ڪجل سان مشڪ سان واسيو بدن،
موتيو، نرگس، آناري گل ڪليا سوسن سمن.
ڪوت ريشم جا رهيا ۽ سر مٿي ساڙهيون رنگين،
آه لعلائي ڳلن تي ۽ ٻرن ماهِ جبين،
گرپ مان جايون نه چڻ آهن لٿيون عرش برين،
ساري سنساري ڪنيائن کان ڪنيائون بهترين،
ڀي خبر تي تير جنجي جو نشانو ڪامديو،
مست تي پڏالدي سندن جوين ترانو، ڪامديو.
٢- لعل هٿ ميندي- رنن ۾ سوڪڙيون ڏيندو رهيو،
سرخ رنگ پوتر ڪنيائن کي ڏسي هسندو رهيو،
نرت شرميلي ۽ ڏيمي چال جاچيندو رهيو،
چاه مان پوتر نگاهن سان نه گل ڏسندو رهيو،
تيو هماليه کان به وڏو آ من وري جهنجو اڏول،
ڪاله هرڪائي سگهي ڪا، تن وري جهنجو اڏول.

## شڪونتلا

١- وريو ساهه پن پن ۾ آيو بهار،
قليو قول سوسن سمن ۽ آنار،
چٽي چانڊني گومتيءَ جي ڪنار،
اَنل جوڳي وشوامتر جو اپار؛
اَچي اپڇرا مينڪا ناز سان،

هنبون ڪام جو ٻاڻ ٻُر واز سان.
۲- وٺي مست ٿبو حسن ڏسندي ڪمال،
وڌو هرڪ هاري ڇڏي جوڳ خيال،
وٺي اڇرا سنگ پيدا ڪبو لعل،
ٻري شڪل ۾ سوڍهن روشن مشعال؛
اُليو جڏ وٺي خواب مدهوش مان،
ڀڳو هوُ ڇڏي ٻار آغوش مان.
۳- ڪٿي ڪان ۾ ٻالڪا تي ٻلي،
ڪلي نازڪي هبر سان ٿي ڪِلي،
ڦٽيو ڦوهه جوبن نٽي چلولي،
ڪٿي رس ٻهلن جڏهن تي ٻلي؛
ٻسي مرگهه آچ لبڻ ليهي اچبا،
ڳلن تي ڦري جام نؤرا پلبا.
۴- ڳلن سان ڪندي راند ڦلواڙ ۾،
سڪبن ناز سان ڪل ٿسيا وار ۾،
اچانڪ دشبنم بڻ اچي حاو ۾،
امالڪ ڪبائي لنطر نار ۾؛
شڪاري تي آيو ٿبو خود شڪار،
دشبنم دل وڃائي ٿسي دل ڏنار.
۵- اڪبو ٻريو ڪيڏڻ سنڌس ٻاڳ ۾،
سچن ۾ دشبنم هوءِ دشبنم حاڳ ۾،
دشبنم هو پکين جي ملي راڳ ۾،
دشبنم دل پڳي ٻره وٻراڳ ۾؛
رهيو چار سو تي دشبنم ۽ دشبنم،
ڦري پيار ۾ خود دشبنم ٿي، شڪستہ،
وساريو وٺي آشرم ۽ سڪي،

## نظم

دشينت جي چپن تي، چپن کي رکي،
شڪنتلا چاشني پريم رس جي چکي،
وهي اينهن جي نهر بيحد تکي؛
جدائي گهڙي وقت بيحد رني،
سوامي! نشاني مندڙي پڻ ڏني.

٧- ڪنئل خيال ۾ دلبر ۾ بيحد گهٽي،
رشي پير درواس آيو ڪٽي،
ڏني ڪا نه عزت ۽ آدر ڪٽي،
هلت ڪا نه هيءَ درواس کي هٽي وٽي؛
شڪنتلا کي غصي ۾ ڏنو هن سراپ،
"وساري ڇڏيندءِ جيئن جنهنجو جاپ."

٨- جڏهن درد جو دود تي پيو اڳن،
ڇڏيو هن رشيءَ آشرم جو چمن،
سڪايل اکين سان ڏٺو ٿي گلن،
جنين کي نپايو ٿي نازڪ بدن؛
ڪري ٿو **شڪنتلا** جي پڻ پڻ پچار،
ڪندي ياد سکيون رُنن زار زار.

٩- سخن ڪين **درواس** جو ٿو ٽري،
نديءَ مان پيتائين ٿي پاڻي پري،
مندڙي پاڇ مان ٿي آب اندر ڪري،
ڪئي خوب ڪوشش مندڙي من ڦري؛
وڃائي- هلي محب ميلاپ تي،
رڳن راڳ ڪيو عشق آلاپ تي.

١٠- دشينت وٽ وڃي پريم اظهار ڪيو،
سڃاڻو شڪنتلا کي نه، انڪار ڪيو،
" ڪڏهن نار سان پيار ڪيو،